# منهنجي حياتي ـ منهنجو نياپو viii

## ڊاڪٽر رُٿ فاءَ

ليکڪ

ڊاڪٽر ضياء مطاهر

سنڌيڪار

مراد علي مرزا

فيونڪس بوڪس

ڪتاب جو نالو : منهنجي حياتي- منهنجو نياپو VIII
: ڊاڪٽر رُٿ فاءِ
ليکڪ : ڊاڪٽر ضياء مطاهر
مترجم : مُراد علي مرزا
ڇاپو : پهريون- انگريزي ۾ سٽي پريس ڪراچي، 2004ع
: پهريون - سنڌي ۾ فيونڪس بوڪس، 2007ع
ڇپائيندڙ : فيونڪس بوڪس
ٽائيٽل : ٽي آر ڊي ٽيم
ڪمپوزنگ لي آئوٽ : امجد علي ٿهيم
صدر الدين گرافڪس ۽ پرنٽرس ڪراچي.
ڇپيندڙ : پيس ڪمپوزرس ڪراچي.
قيمت : 100 روپيه



Muhinji Hayati– Muhinjo Niyapo_VIII
(My life My Message_VIII: Dr. Ruth Pfau_biography)
Author: : Dr. Zia Mutaher
Translation : Murad Ali Mirza
Editions : 1st Edition (English)
City Press, Karachi. 2004
: 1st Edition (Sindhi), 2007
Publishers : Phoenix Books
(an income generating initative of TRD)
Composing layout: Amjad Ali Thaheem
(Sadar-u-ddin Printers) Karachi.
Price : Rs. 100/=

# فهرست

# پيش لفظ

زندگيءَ جا اهم فيصلا ڪرڻ ۾ آخر اهي ڪهڙا محرڪ عنصر ڪار فرما هجن ٿا، جن جي بنياد تي انسان ڪو فيصلو ڪري پوءِ انهيءَ تي سڄي عمر ڄمي بيهي ٿو؟ ان سوال تي ويچاريندي ڪيترائي نڪتا ذهن ۾ اچن ٿا جيڪي شايد مُحرڪ هجن، جيئن: سماج ۾ پنهنجي ڪردار جو تعين ڪرڻ، ڪنهن ڪم جي سرانجاميءَ لاءِ سالم ارادو رکڻ، پنهنجي عقيدي ۽ نظريي سان سلهاڙيل رهڻ، غور وفڪر ڪي پنهنجي زندگيءَ جو حصو بڻائڻ وغيره. انهن نقطن تي ويچارجي ٿو ته وري به ساڳي قسم جو سوال ذهن ۾ اچي ٿو ته آخر انهن نقطن جو پس منظر ڇا آهي؟

مان هن نتيجي تي پهتو آهيان ته مٿي ڄاڻايل نقطن جو پس منظر آهي: ڪتنب جي اخلاقيات، قومي ڪلچر ۾ هڪ فرد جو مختلف مڪتبہ فڪر جي ماڻهن سان اٿندي ويهندي، ساڃاه جي مختلف ذريعن سان لاڳاپيل رهندي، پنهنجي خيالن ۾ لڳاتار واڌارا ۽ سڌارا آڻڻ.

مٿي بيان ڪيل نقطن جي پس منظر ۾ جڏهن ڊاڪٽر رٿ فاءَ جي زندگيءَ تي نظر وجهون ٿا ته اسان کي معلوم ٿئي ٿو ته ڪيس اهڙي عام پلي جي ڪم لاءِ راغب ڪندڙ ماحول گهر کان مليو. ان کانپوءِ جڏهن هوءَ اولهہ جرمنيءَ پهتي ته سندس ملاقات مختلف مسلڪن ۽ مڪتبہ فڪر جي ماڻهن سان ٿي، جن جي اٿاريل سوالن تي سوچيندي هن پنهنجي لاءِ نئين راهہ ڳولي ورتي. ان سڄي سفر ۾ جرمن ڪلچر بنيءَ جو ڪم ڪندو

رهيو جنهن ۾ هوءَ پڇي راس ٿي. انهيءَ سڄي ماجرا کي جڳ مشهور ساڌو ٿي ايل واسواڻي مشن جيٰ موجوده سرواڻ جشن واسواڻيءَ هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي، ”هر ماڻهوءَ لاءِ هڪ منزل موجود آهي.“ اها ڳالهه درست آهي پر رستي تي هلندي هر مسافر پنهنجا پنهنجا تجربا ڪري ٿو. پر مسافرن جي اڪثريت تڪ پهچڻ لاءِ جُڙيل لانڍين کي آخري منزل سمجهي ويهي رهي ٿي ۽ ڪي آڳرين تي ڳڻڻ جيترا ئي منزل ماڻين ٿا. هتي وري سوال پيدا ٿئي ٿو ته اهي ڪهڙا گُڻ آهن جيڪي منزل طرف وڌڻ ۾ مددگار ٿين ٿا. دراصل اهي آفاقي گڻ آهن: سادگي، ڪردار ۽ وفاداري. اهي خاصيتون اسان کي ڊاڪٽر رُت ڦاءِ جي زندگيءَ ۾ به ملن ٿيون، جڏهن هوءَ ’ڊاٽرس آف دي هرٽ آف ميري‘ جي مسلڪ ۾ شامل ٿي هئي. هتي قابل غور نقطو هي آهي ته واعدو ڪرڻ ته سولي ڳالهه آهي پر سچي زندگي ان جي پاس خاطري ڪرڻ ڏاڍو اوکو ۽ اٽانگو ڪم آهي. انهن واعدن تي ثابت قدم رهڻ لاءِ ڪهڙا جذبا گهربل آهن، تن جي جهلڪ توهان کي زير مطالع جيون ڪهاڻيءَ ۾ نمايان نظر ايندي.

هيءَ ڪهاڻي هڪ شخص سان گڏ هڪ اداري جي ڪهاڻي به آهي ته ڪيئن هڪ شخص تي ڪم اثر انداز ٿئي ٿو ۽ ڪهڙيءَ ريت هڪ فرد اداري کي نوان رخ ۽ رجحان فراهم ڪري ٿو. ان ڪري پڙهندڙن کي هن ڪتاب جي هر سِٽ ۾ هڪ احساس، هر جملي ۾ هڪ تجربو ۽ هر پئراگراف ۾ ان تجربي جو تت نظر ايندو. ان ڪري هن جيون ڪٿا کي ڌيان سان پڙهڻو پوندو. ان کان پوءِ ئي شايد اِها اسان جي زندگيءَ ۾ چڱائيءَ جي ڪا اميد جاڳائي سگهي.

تاريخ: 10 آگسٽ، 2007ع

ظفر جوڻيجو
ڊائريڪٽر
ٽي آر ڊي، حيدرآباد

# ڪٿي آهن گلاب جا گُلَ!

ڪراچيءَ جي هوائي اڏي تي ”اليتاليہ“ نالي هڪ هوائي جهاز لٿو. اها مارچ جي اٺين تاريخ ۽ سال 1960ع هو. ٻپهري ٿي ويئي هئي ۽ ڏينهن گرم هو. اهو هوائي جهاز پئرس مان اڏاڻو هو، جنهن ۾ سيئي گورا مسافر سوار هئا. ٿوريءَ دير کان پوءِ جهاز جو دروازو کليو ۽ مسافر هڪ ٻئي جي پٺيان هيٺ لهڻ لڳا. انهن ۾ رُٿ فاءِ نالي هڪ مسافر بہ شامل هئي. جرمن نسل جي، ٽيهن ورهين جي اها عورت پارت وڃڻ لاءِ ڪراچيءَ ۾ لٿي هئي. هن جي مختصر سامان سان گڏ ٿي مذهبي قَسمَ بہ هئا، جيڪي هن پئرس جي مذهبي خانقاهہ ”ڊاٽرس آف هارٽ آف ميري“ ۾ سکيا حاصل ڪرڻ واري هڪ سال جي عرصي ۾ کنيا هئا تہ ”مسڪين رهنديس، پاڪ دامن رهنديس ۽ فرمانبردار هونديس.“

رُٿ جنهن مسلڪ جي پوئلڳ ٿي هئي، ان جو بنياد فرانس جي انقلاب واري زماني ۾ (1818-1749) ميري ايڊلائيڊ رکيو هو. ان مسلڪ هيٺ هن تي راهبائن جو روايتي لباس پهرڻ ۽ خلوت واري حياتي گذارڻ جي پابندي نہ هئي. ان مسلڪ مطابق دنيا ۾ جتي بہ ڏاڍ ڏمر آهي، اتي انسان ذات کي ان کان بچائڻو آهي.

رُٿ جرمني جي هڪ يونيورسٽيءَ مان ڊاڪٽري جي سَندَ حاصل ڪئي هئي، انڪري ڪيس ٻنهي ملڪن، پاڪستان ۽ ڀارت مان گذارش ڪيل هئي تہ اتي اچي خلق جي خدمت ڪري. ڪراچي ۾ رهندڙ پنهنجي

مسلڪ وارن جي درخواست قبول ڪندي، هوءَ اتي اِن اميد سان آئي هئي تہ پاڻ اتان ڀارت وڃڻ لاءِ ويزا حاصل ڪري سگهندي.

هوائي اڏي تان ڪيس ڪار ۾ ويهاري گرومندر ۾ ڇوڪرين جي هاسٽل ۾ آندو ويو جيڪا پاڪستاني قوم جي ابي قائداعظم محمد علي جناح جي مقبري کان پنڌ جيتري فاصلي تي واقع هئي. رستي ۾ ڪيس بوگنولا جون ڪياريون نظر آيون، جن کي هن غلطيءَ وچان گلاب جا ٻارا سمجهيو هو. موسم گرم هئي پر هوءَ سياري واري گرم لباس ۾ ويڙهي پيئي هئي، جنهنڪري ڪراچي جي پريشان ڪندڙ گُهٽ پوسٽ هن جي سهڻ کان مٿي هئي. ڊگهي سفر ڪرڻ جي ڪري هوءَ ٿڪجي پئي هئي ۽ بيزار ۽ بکايل ٿي لڳي. پر هاسٽل جي سربراهہ مدر ميري ڊوئيل جو اصرار هو تہ ماني کائڻ کان اڳ هوءَ عبادت واري گڏجاڻيءَ ۾ ضرور شريڪ ٿئي.

ايشيا جي هن ملڪ ۾ هن جو پهريون ڏينهن ڏاڍو ٿڪائيندڙ ۽ ورچائيندڙ آهي. ان ڏينهن، رات جو سخت گُهٽ ۽ گرمي محسوس ٿئيس ٿي ۽ اڌ ورهايل ڪمري جي ٻئي پاسي کان اينا.ڙ ريڊيو جو ڪن ڦاڙيندڙ آواز ڦتڪائيندڙ هو. رُٿ کي جهوٽا پيا اچن ۽ کيس پاڪستان مهمان نوازيءَ کان وانجهيل پيو محسوس ٿئي.

پوءِ ايندڙ هفتن دوران ڪنهن سان بہ نہ ڳالهائڻ جي ڪري هوءَ ڏاڍي بيزار بيزار پئي لڳي. هن اوير جرمني جي هڪ اسڪول ۾ جيڪا ابتدائي انگريزي سکي هئي، اها ڪانئنس وسري ويئي. پيرس ۾ رهندي هن جيڪا ٿوري گهڻي فرانسيسي زبان سکي هئي، ان جي وسيلي هوءَ ميڪسيڪو جي هڪ دواساز راهبا بيرينائيس سان خيالن جي ڏي وٺ ڪري ٿي. رُٿ ۽ هوءَ ٻئي ان گروهہ ۾ غير آمريڪي هيون. بيرينائيس تہ اسپيني ٻوليءَ سان گڏ، جيڪا هن جي مادري زبان آهي، فرانسيسي ٻولي بہ روانيءَ سان ڳالهائي ٿي. ٽن هفتن جي محنت ۽ ڪوشش کان پوءِ هوءَ مس مس انگريزي زبان ۾ ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ لائق ٿئي ٿي. پوءِ هڪڙي ڏينهن

بيرينائيس ڪيس ميڪلوڊ روڊ تي قائم ڪوڙهين جي وستيءَ ۾ پاڻ سان گڏ هلڻ جي دعوت ڏني ٿي، جيڪا ڪراچي جي خاص تجارتي مرڪز جي پويان هئي.

سال 1960ع جي ان يادگار ڏينهن تي رُٿ فاءِ پاڪستان ۾ رهڻ جو فيصلو ڪيو ته جيئن انهن بي يارو مددگار انسانن جي خدمت ڪري، جن جي ڪڏهن به ڪنهن سار سنڀال نه لڌي هئي.

# نيريون ٻهڪندڙ اکيون

رُت جو پورو نالو رُت ڪيٽرينا مرتا هو. هوءَ سيپٽمبر مهيني جي نائين تاريخ، سن 1929ع تي مرتا ۽ والٽر فاءِ جي گهر ۾ ڄائي هئي، ۽ هنن جي پنجن ڌيئرن مان چوٿين ڌيءَ هئي. انهن ڇوڪرين جو هڪڙو ئي ڀاءُ هو جيڪو ننڍي هوندي ئي گذاري ويو هو. والٽر فاءُ ليپزگ (اوڀر جرمني) ۾ هڪ اشاعتي اداري جو مئنيجر هو. ليپزگ تمام قديم وقت کان ڪتابن جي ڇپائيءَ جو مرڪز هو. اتي هر سال مارچ جي مهيني ۾ هڪ ڪتابي ميڙو لڳندو هو جيڪو سال جو اهم موقعو سمجهيو ويندو هو. 1909ع ۾ اتي يونيورسٽيءَ جو بنياد رکيو ويو هو ۽ 1913ع ۾ اتي هڪ نئين جرمن لائبريري پڻ قائم ٿي، جنهن ۾ جرمن ٻوليءَ جو سمورو ادب هڪ هنڌ ڪٺو ڪيو ويو هو.

جرمن ٻوليءَ جي عظيم شاعر، ڊرامانويس ۽ ليکڪ جوهن وولفگانگ وون گوئٽي (1832_1749)ع ڏاري پنهنجي مشهور ڪتاب "فائوسٽ" ۾ لکيو ته: "ليپزنگ مون کي پسند آهي، پئرس ته پتڪڙو آهي، اهو پنهنجن ماڻهن کي ڪيئن سڌاريندو!" ان شهر ۾ ئي مغربي ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي ابي، جوهن سئبسٽين باخ (1750_1685ع) جي هڪ موسيقار جي حيثيت ۾ اوسر ٿي. هن اتي پنهنجون اهم ڌنون ترتيب ڏنيون، جيڪي ڪلاسيڪي موسيقيءَ جون شاهڪار سمجهيون وڃن ٿيون.

جڏهن مرٿا فاءِ جي پيٽ ۾ چوٿين ڏيءَ هئي ته ان کان اڳ ئي ايڊولف هٽلر ملڪ جو اقتدار قبائڻ جا سانباها ڪري ڇڏيا هئا. هن جي پارٽي جو نالو "نيشنل سوشلسٽ جرمن ورڪرس پارٽي يا نازي پارٽي" هو. آسٽريا ۾ ڄاول هٽلر پنهنجي ڪتاب "Mein Kampf" (منهنجي جنگ) ۾ 1923ع ڌاري پنهنجا منصوبا پيش ڪري ڇڏيا هئا. انهن مطابق "ڪينسرهاڻي جمهوريت کي ختم ڪرڻو هو. بولشيوڪين، يهودين ۽ مارڪسي نظريي جي حامين تي پابندي وجهڻي هئي ۽ آخر ۾ جرمن قوم کي دنيا تي ڌاڪو ڄمائڻو هو. انهن منصوبن هيٺ ايندڙ ورهين ۾ هن هڪ خاص ترتيبَ سان پنهنجي پارٽي تيار ڪئي.

رُٿ جي ڄمڻ کان ست ورهيه پوءِ، ويهين صديءَ جي بدترين اقتصادي تباهيءَ جنم ورتو. 1929ع جي 29 آڪٽوبر تي نيويارڪ جي شيئر بازار ۾ زبردست افراتفري پيدا ٿي. "وال اسٽريٽ" جي ان "ڪاري اڱاري"، سڄي دنيا کي ٻوڙي ڇڏيو. زمين جي اُپت جي قيمت کي ڌڪ لڳو ڪارخانا بند ٿي ويا ۽ جرمني جي صنعتي مرڪز ليپزگ جو ڪاروبار بند ٿي ويو.

پر هڪ پيار ڪندڙ گهريلو محفوظ ماحول ۾، رُٿ ان وڏي اقتصادي مونجهاري جي نتيجن کان ٻنهي بي خبر عمر ۾ اڳتي وڌندي رهي. هن پنهنجا ننڍپڻ وارا ڏينهن پنهنجين پيرن جي صحبت ۾ گهاريا ۽ پنهنجي شاندار ڪشادي خانداني گهر جي باغ ۾ صوفن جي وڻن تي پئي چڙهندي لهندي هئي. ان باغ ۾ چيريءَ جو ڏاڍو مٺو ۽ ذائقي وارو ميوو به هوندو هو جيڪو هوءَ کائي خوش ٿيندي هئي. البته جيڪي چيريون ڪٽيون هونديون هيون اهي مربي ٺاهڻ ۾ استعمال ڪبيون هيون. انهن چوڪرين جي پيءُ ان گهر ۾ هڪ ننڍڙو تلاءُ به ٺهرايو هو جنهن ۾ هو ٽبيون هڻي ۽ هڪ ٻئي تي پاڻي اُڇلائي خوش ٿينديون هيون. اتي ننڍڙا مٽيءَ جا ٺهيل رانديڪا هئا، جن کي سپاهين جو رنگين لباس پاتل هوندو

هو.

رٿ گهڻو ڪري پنهنجي پاڙيسري ڇوڪري اُرسلا سان گڏجي پنهنجن سهڻن کيڏ ڪاڏو ڪارائيندي هئي، جيڪي پنهنجن ڍگهن ڪنن ۽ چمڪندڙ اکين سان باغ جي ساون ٻارن ۾ پيا ٽپا ڏيندا هئا. پر هن جو ننيڙو پاليل پکي هڪ سائو طوطو هوندو هو جيڪو ٽپ ڏئي پنهنجي پڃري مان ٻاهر ايندو هو ۽ هن جي ڏسٽي آڱر تي ويهندو هو ۽، هوءَ ڏاڍي فخر سان پنهنجو اهو قيمتي خزانو گهر ۾ پئي ڏيکاريندي هئي. پر هڪڙي ڏکاري ڏينهن سندس اهو پيارو پالتو پکي کليل دريءَ مان اڏامي ٻاهر نڪري ويو. طوطي کي ٻاهر ويندي ڏسي هوءَ رڙيون ڪرڻ لڳي، کيس ڳڻتي وڪوڙي ويئي ته اهو رات جو ڪٿي سمهندو ۽ ڏينهن جو کير هن کي شيون ڪارائيندو. کيس اها به خبر نه هئي ته هڪڙي ڏينهن هوءَ پاڻ به ڪنهن پاسي اُڏامي ويندي. هڪڙي ٻاجي وڪڻندڙ جيڪو ان پاڙي ۾ هفتي ۾ ٻه ڀيرا گهوڙي گاڏيءَ تي ٻاجيون کڻي ايندو هو هن جي ماءُ کي اڳ ۾ ئي ماٺ ميٺ ۾ خبردار ڪري ڇڏيو ته، "ڏسجانءِ تنهنجي ڇوڪرين ڏيءَ ڪڏهن به تنهنجي پسند جي شخص سان شادي نه ڪندي. هوءَ پنهنجيءَ مت تي هلندڙ ڇوڪري آهي!". اهو ٻڌي هن جي پيءُ ماءُ ڪلندي ان حقيقت کي معلوم ڪرڻ لاءِ جانچ لڏي ۽ کين خبر پئي ته بيشڪ هوءَ پنهنجي ڳالهه کي ڪڏهن به گهٽ ڪرڻ واري نه هئي.

"سخت ڪاروباري ٻاڙائي" وارن ڏهاڙي ملڪي استحڪام جي سمورن بنيادن کي ڏوڏي ڇڏيو ان جي ڪري ملڪ ۾ اقتصادي، سياسي ۽ سماجي رڳڙا وڌي ويا. بيروزگاريءَ ماڻهن کي آزاري ڇڏيو ۽ سياسي مخالفت وڌڻ لڳي. ان صورتحال جو فائدو وٺندي هٽلر ملڪ جي اهم شخصيت بڻجي ويو. هر پاسي هن جون تصويرون ۽ اشتهار نظر اچڻ لڳا. پر رُٿ جي پيءُ کي اهو شخص هر گز پسند نه هو. هو هٽلر سان ايتري ئي نفرت ڪندو هو. جيتري رُٿ اسڪول ۾ علم رياضي ۽ ٽوپي ٽڙي سان

ڪندي هئي.

1933ع ڌاري رُٿ ڇهن سالن جي ڪلمڪ ڇوڪري هئي. نازي پارٽي اڳي کان ئي وڌيڪ مضبوط ٿي چڪي هئي ۽ هٽلر کي ملڪ جو چانسلر مقرر ڪيو ويو. جلد ئي هٽلر پاڻ کي آئيني ۽ پارلياماني پابندين کان آجو ڪري ڇڏيو. انکري نيشنل سوشلسٽ جرمن ورڪرز پارٽي ملڪ جي حاڪم جماعت بڻجي ويئي. ملڪ ۾ جيڪي ٻيون سياسي جماعتون هيون، انهن تي بندش وڌي ويئي. مزدورن جون انجمنون ختم ڪيون ويون ۽ مخالف اخبارن کي ضبط ڪيو ويو. عدليه جي سربراهه ججن وٽ ڪوبه اختيار نه هو ته اهي هٽلر جي فيصلن خلاف سوال اٿارين. رياست جي نظرداريءَ جو سرشتو پختو ۽ مضبوط هو. رياست جي دشمنن جي فهرست ۾ ڪميونسٽ، يهودي، مارڪس وادي، سياست ڪندڙ گرجا گهر، سياسي مخالف، وغيره وغيره شامل هئا. نازي پارٽي پوليس ۽ پنهنجن جاسوسي ادارن جي وسيلي پنهنجي هڪ هٽي قائم ڪري ڇڏي هئي. هڪ جاسوسي ادارو "ايس. ايس" پاڻ کي ملڪ جي وڏي طاقت سمجهندو هو. رُٿ پنهنجي گهرجي بالڪنيءَ مان خوف ڳاڙهن نظرن سان خاڪي ورديون پهريل انهن ماڻهن کي ڏسندي هئي، جيڪي پنهنجي ٻانهن تي فخر سان "سواستڪا"، جو نشان هٽي، دهلن جي وڄت تي، گهٽيءَ جي پرئان باغ ۾ فوجي مارچ ڪندا هئا.

هٽلر جرمن سلطنت ۾ قوم جو اڳواڻ ٿي ويو ۽ پوءِ نسل پرستيءَ واري نيتي شروع ٿي، جنهن جي عوام کي سکيا ڏني ويئي.رياستي ادارن ٻارن کي سيکاريو ته جرمن ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه نه سوچيو جرمن ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه محسوس نه ڪريو ۽ جرمن وانگر ورتاءُ ڪريو. اسڪول ۾ اهو نظريو پڙهايو ويو ته جرمن حاڪم قوم آهي، جنهن کي رهڻ لاءِ زمين جو وڏو حصو گهرجي. ٻار هجڻ جي ڪري هن سوچيو هو ته اسان جي اوسي پاسي ته زمين ڪشادي آهي، پوءِ اها وڌيڪ زمين اسان کي ڇاجي لاءِ ٿي

گھرجي؟ پر اھڙن سوالن پڇڻ جي اجازت نہ ھئي، ڇاڪاڻ تہ رياست جا جاسوس ھر ھنڌ پکڙيا پيا ھئا. ملڪ ۾ اڳ نوجوانن جون جيڪي تنظيمون ھيون، انھن کي ٽوڙيو ويو ۽ انھن جي جاءِ تي ”ھٽلر نوجوان تحريڪ“ نالي تنظيم قائم ڪئي وئي، جيڪا نوجوانن کي قومي نظرين جي تعليم ۽ فوجي سکيا ڏيندي ھئي. ٻين سيني شھرين وانگر رُٿ جي والدين بہ پنھنجين ڇوڪرين کي ان تنظيم ۾ داخل ڪرايو. اھي ٻار گھڻين پارٽيءَ جا گيت ڳلين ۾ ڳائيندا ۽ فوجي مارچ ڪندا ھئا. ھنن کي اھا خبر بہ نہ ھئي تہ ڪو سندن ملڪ جنگ جي تياري ڪري رھيو ھو.

1933ع کانپوءِ عالمي اقتصاديات ۾ سڌارو ايندي ئي جرمنيءَ جي اقتصادي حالت پڻ بھتر ٿيڻ لڳي. نازي پارٽي عوامي ڀلائيءَ جي ڪمن جي وسيلي نوڪريون پيدا ڪرڻ جو پروگرام جوڙيو جنھن فوجي پروگرام سان ملي بي روزگاريءَ کي گھٽايو پر انھن جي مالي امداد ناٽي جي متاسٽا، قرضن ۽ نوٽن جي ڇپائيءَ مان ٿيندي ھئي. ان ڪري سرڪار تي قرض جو بار گھڻو وڌي ويو. ٻئي پاسي رُٿ پنھنجي اسڪول جي پڙھائيءَ ۾ رڌي پئي ھئي. ھن کي ادب ۽ علم حياتيات پڙھڻ سان گھڻي دلچسپي ھئي. ھوءَ اسڪول جي باغ ۾ ٻوٽن جا ٻج پوکي، انھن کي پاڻي ڏئي، انھن جي حياتيءَ کي اُسرندو ڏسندي رھي. ھوءَ پنھنجي موسيقيءَ جي استاد جو جادوءَ جھڙو مست ڪندڙ آواز ٻڌي جھومڻ لڳندي ھئي، جيتوڻيڪ ھوءَ معمولي مھانڊي واري ھئي. اسڪول جون ڪيتريون ئي ماسترياڻيون ساڻس پيار ڪنديون ھيون، جنھنڪري ھوءَ ٿوري ٻي چيني محسوس ڪندي ھئي. ٻيا ٻار ھنن جي ان پيار کان ڇو محروم رھڻ گھرجن؟ ھوءَ اڪثر ڪري سوچيندي ھئي.

پوءِ يھودي مخالف تحريڪ ھيٺ تشدد ۽ ڌاڙ ڌمر شروع ٿي ويو جنھن جو نشانو يھودي ۽ سندن مال ملڪيت ھئا. سيني عدالتي ڪمن ڪارين جي بنياد ۾ آريائي تصور جو خيال رکيو ويو. يھودي ڊاڪٽر،

وڪيل، اخبار نويس ۽ فنڪار بہ ان ڪان آجا نہ هئا. وندر وارين جاين، ڪلبن ۽ باغ باغيچن ۾ هنن کي وڃڻ جي اجازت نہ هئي. گئلرين، ڪتب خانن، ٿيئٽرن ۾ يهودين جون جيڪي شيون وغيره رکيل هيون، اهي اتان هٽايون ويون.

يهودين جي نالن وارين گهٽين جا نالا بدلايا ويا. نومبر 1938ع جي هڪ رات پوليس ۽ نازي جماعت جي سپاهين يهودين جا سيئي عبادت گهر ساڙي ڇڏيا، هنن جي دڪانن کي ڪيرايو ويو هنن جون ملڪيتون لٽيون ويون ۽ امير يهودين کي گرفتار ڪري فوجي ڪئمپن ۾ قيد ڪيو ويو. رُٿ جي ڪلاس ۾ پڙهندڙ سندس سهٽي سهيلي گيبي ڪيڏانهن غائب ٿي ويئي؟، ان جو ڪيس ڪوبہ جواب نہ ملندو هو. جڏهن سندس وڏي پيڻ والتراڊ فوجي ڪئمپ جو ذڪر ڪيو تہ رُٿ پهريون پيرو پنهنجيءَ ماءُ کي دڙڪو ڏيندي ٻڌو تہ " زبان بند ڪر "

بعد ۾ هن کي اها بہ خبر پئي تہ انهن فوجي ڪئمپن ۾ يهودين کي ڪيئن گولين جو بک بڻائيو هو، ۽ ڪيئن ڪمرا بند ڪري کين زهريلي گيس سان ماريو ويندو هو. انهن قيدين مان ڪيترا تہ بُک ۽ زوري ونگار وهڻ جي ڪري مري ويا، جن جو تعداد 60 لکن جيترو ٿي ويو هو. رُٿ جي ذهن ۾ ڪيترن سالن تائين گيبيءَ جون مُرڪندڙ اکيون پيون ڦرنديون رهيون. هن ڪيترائي پيرا گيبيءَ کي پنهنجي سالگرهہ جي ڪيڪ تي رکيل ميڻ بتين کي ڦوڪون ڏئي وسائيندي ڏٺو هو.

رُٿ جي ڏهين سالگرهہ ڪان بلڪل هڪ هفتو اڳ، هٽلر پنهنجي اعليٰ جرمن نسل کي ٻين قومن تي فوقيت ڏيارڻ لاءِ سامراجيت هيٺ ٻين ملڪن تي قبضا ڪرڻ جو پروگرام ٺاهيو. سال 1939ع جي سيپٽمبر مهيني جي پهرين تاريخ پولينڊ ملڪ تي هٽلر جي فوجي حملي سندس ان ارادي جي تصديق ڪري ڇڏي. رُٿ اڃا پنهنجي ڏهين جنم ڏينهن جو جشن ملهائڻ جون تياريون ڪري رهي هئي تہ انساني تاريخ جي هڪ

تمام وڏي جنگ شروع ٿي ويئي.

1943ع ۾ اتحادي فوجن جا هوائي حملا زور شور سان ٿيڻ شروع ٿي ويا. اهي حملا شهري آبادي تي بہ ٿيڻ لڳا. هر روز رات جو هوائي حملن کان بچاءَ لاءِ گهگهوءَ جي آواز ۽ هوائي جهازن جي ڪڙڪاٽن کي اوچتو ٻڌي ماڻهو ڊپ وچان ننڊ مان ڇرڪ ڀري اٿندا هئا ۽ تڙ تڪڙ ۾ حفاظتي هنڌن تي وڃي لڪندا هئا.

ان سال ڊسمبر جي چوٿين تاريخ سخت بمباري ٿي هئي. رُٿ کي پاڙي وارن گهرن مان ٻارن جون دانهون ڪوڪون ٻڌڻ ۾ آيون. هن اهو بہ ڏٺو تہ اهڙن موقعن تي وڏي عمر وارا ماڻهو دعائون گهري رهيا هئا. اها بمباري ايتري تہ شديد هئي جو ڪيس پڪ ٿي ويئي تہ هوءَ پاڻ بہ نہ بچي سگهندي. پر صبح جو هن کي حيرت وڪوڙي ويئي، جڏهن هن ڏٺو تہ سندس گهر جا سيئي ڀاتي سلامت هئا. البت سندن گهر جي ماڙيءَ کي، جتي رُٿ جي سمهڻ وارو ڪمرو هو ۽ جتي هوءَ پڙهندي بہ هئي، کي سخت نقصان ٿيو هو. ان ماڙيءَ جي ڇت اڏامي وئي هئي، ڀتين ۾ ڏار پئجي ويا هئا ۽ فرش مان پاڻي نمڻ لڳو هو. ان جا دروازا ٽٽي پيا هئا ۽ درين جا شيشا ۽ دريون ٽڪرا ٽڪرا ٿي پکڙجي ويون هيون. حملي جي ڪري بجلي بند ٿي وئي، پاڻيءَ جا نل ڀڄي پيا ۽ پاڻيءَ جي نيڪال واريون ڪسيون بند ٿي ويون هيون. هر هنڌن مٽي ۽ شيشن جا ٽڪرا پکڙيا پيا هئا.

والٽر فاءِ اها حالت ڏسي فيصلو ڪيو تہ گهر جي سيني ڀاتين کي پنهنجي ماءُ وٽ ونڃي وڃي رهائي، جيڪا ويجهو ئي هڪ ڳوٺ ۾ رهندي هئي ۽ جيڪو هوائي حملن کان محفوظ هو. رُٿ جون بہ وڏيون ڀينرون والٽراڊ ۽ ريجينا جيئن تہ هتيار ٺاهڻ وارن ڪار خانن ۾ پنهنجي ڪم تي ويل هيون ۽ آرامر گارڊ اسڪول ويل هئي، رٿ جا ماءُ پيءُ رُٿ ۽ سندس ننڍي ڀيڻ باربرا کي ساڻ ڪري ضروري سامان کڻي، گهر ڇڏي ٻاهر نڪتا. پوءِ اهي انهن گهٽين مان لنگهندا ۽ گهرن جي ڀرسان اڳتي وڌڻ لڳا،

جيڪي بمباريءَ جي ڪري سڙي ويا هئا. رستن ۾ ڪٿا پئجي وياهئا، هر هنڌ سڙيل گهرن جو پگهل ٽٽل سامان ٽڙيو پکڙيو پيو هو ۽ ڪيترن هنڌن تي ماڻهو مئا پيا هئا، جن جي مٿان ڪين هلڻو پيو. بمباريءَ جي ڪري اڃا تائين دز پئي اڏامي ۽ هر پاسي دونهون هو جنهنڪري هنن جون اکيون پوسرڻ لڳيون ۽ سڙيل ماڻهن جي بدبوءِ ڪان هنن جا ساهه گهٽجڻ لڳا. اهو ننڍڙو قافلو سج لهڻ وقت پنهنجي ڏاڏي جي گهر پهتو. خوف ۽ دهشت هنن کي ٿڪائي وڌو هو.

ڇوڪرين کي پنهنجي ڏاڏيءَ جي حفاظت ۾ ڇڏي، هنن جا ماءُ پيءُ ليپزگ ڏانهن واپس موٽي ويا ته جيئن گهر جي سنڀال ڪري سگهن. پر ان خاندان جا ڀاتي هڪ سال ڪان، پوءِ هڪ ٻئي سان ملي سگهيا هئا. ڇا ڪاڻ ته ڪين ليپزگ تي هر هر هوائي حملن جون خبرون پئي مليون، جن جي ڪري رٿ ۽ باربرا کي ڏاڍي ڳڻتي هوندي هئي.

# سر سبز باغ وارو دروازو

1945ع جي مئي مهيني جي اٺين تاريخ ٻي عالمي جنگ ختم ٿي. جرمن فوجن ڪنهن بہ شرط کان سواءِ هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ اتحادي فوجن جي آڏو مڃي. ان وقت رُٿ جي عمر 16 ورهيہ هئي. سندس ملڪ، جنهن تي ڇئن اتحادي فوجن قبضو ڪيو هو، ورهائجي ويو هو. سندس ملڪ جو عوام مونجهاري ۾ ورتل هو. جنگي شڪست ۽ بي عزتيءَ سان گڏ اهو وقت سندن هڪ غير انساني آمريت کان آجپي جو پڻ هو. پر ان هوندي بہ سندس ملڪ تي ڌارين فوجن جو قبضو هو.

انهن ڏينهن ۾ بهار جي مُند شروع ٿي وئي هئي. رُٿ جي گهر واري باغيچي ۾ چيريءَ جي وڻن ٻور جهليو هو ۽ گلاب جا گل شاهاڻي شان سان پئي ٽڙيا. رُٿ سر سبز باغيچي جي دروازي وٽ ويهي پاسي واري گهر جي ڪري پيل ديوار کي ڏسي رهي هئي. سندس شهر جرمني جي ٻين ڪيترن ئي شهرن وانگر هڪ ڏکوئيندڙ تباهيءَ جو منظر پيش ڪري رهيو هو. ان هيبتناڪ جنگ ۾ جرمنيءَ جا 30 لک کان مٿي شهري مارجي ويا هئا. دروازي وٽ ويٺي رُٿ کي حيرت وڪوڙي ويئي ۽ هوءَ سوچڻ لڳي تہ آئون ڪيئن بچي وئي آهيان!"

پوءِ آمريڪي فوجي گهٽين ګلين ۾ ٻي ڏيا پيا هلندا هئا ۽ ٺهڪ ڏيندا، کلندا ماڻهن کي سلام ڪندا، ٻارن ۾ چاڪليٽ ورهائيندا رهندا هئا. هنن جي موجودگيءَ جي ڪري ماڻهو پاڻ کي ٿورو محفوظ سمجهڻ لڳا

هئا. پر جلد ئي هنن جي جاءِ روسي فوجين والاري ۽ شهر ۾ عورتن جي بي حرمتي ۽ ڦرمار جون ڳالهيون پکڙجڻ لڳيون، جن جي ڪري رٿ ۽ باربرا خوف ۾ وڪوڙجي ويون.

ان وقت شهر ۾ کاڌ خوراڪ جي شين جي سخت اڻاٺ ٿي. 1946ع جي سخت سياري واري مند ۾ ماڻهن لاءِ مقرر ڪيل کاڌ خوراڪ جو حصو وڌيڪ گهٽايو ويو. هاڻي هنن کي رڳو پٽاٽا ۽ چقندر جون پاڙون کائڻ لاءِ ملنديون هيون. ماڻهو اهي شيون اوباريندا هئا، تريندا هئا ۽ انهن جو رهو ٺاهي پيئندا هئا. سندس ننڍڙو ڀاءُ سيءَ ۽ بک جي ڪري جلد ئي مري ويو. رُٿ جي ننڍي ڀاءُ جي لاءِ ته کير به نه ملندو هو. هن جي ماءُ جي ڇاتين جو کير به سڪي ويو هو ۽ هوءَ بيمار رهڻ لڳي هئي. گهر کي سيءَ کان بچائڻ لاءِ رُٿ ٻاهر نڪري ڪاٺيون يا ڪوئلا چوري ڪري ايندي هئي. 1946ع ۾ سرد جنگ جي شروعات ٿي ۽ جرمني جو ملڪ ٻن وڏين طاقتن، سوويت يونين ۽ آمريڪا جي وچ ۾ نظرياتي جنگ جو ميدان، بڻجي ويو. جرمني جي جنهن حصي تي روسين جو قبضو هو ان جي سرحد تي لوهي پردو لڳايو ويو. هنن بئنڪن ۽ صنعتن کي قومي ملڪيت ۾ وٺي ڇڏيو. والٽر فاءِ جي اشاعتي اداري کي پڻ قومي ملڪيت جو درجو ڏنو ويو انڪري هُن جي نوڪري ختم ٿي وئي ،جيئن ته هو ڪميونسٽ پارٽيءَ جو رڪن نه هو تنهنڪري هن جي ڌيئرن لاءِ يونيورسٽيءَ ۾ داخلا وٺڻ بنهه ناممڪن ٿي پيو. بيحد مايوس ۽ نا اميد ٿي، هو سر حد پار ڪري اولهه جرمني هليو ويو ۽ ويزبيڊن ۾ پنهنجي اڳوڻي مالڪ وٽ ٻيهر اشاعتي ڪم ڪرڻ لڳو.

مغرب جي اتحادي قومن جرمني ۾ پارلياماني جمهوريت کي قائم ڪيو جنهنڪري اولهه جرمني جي اقتصادي حالت سڌرڻ لڳي. ان ملڪ جي مالي امداد آمريڪا پنهنجي اقتصادي امداد جي پروگرامن جون 1948ع جي مارشل پلان ۽ ناٽي جي سڌاري هيٺ ڪئي هئي. ملڪ ۾ هر

هنڌ وڏي پئماني تي ٻيهر اڏاوتي ڪم شروع ٿي ويو. ان " اقتصادي معجزي "هٽلر جي آمريت ۽ جنگ جي تباهہ ڪارين جي ڪري پيدا ٿيل سماجي مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. جنگ ۾ جيڪي ماڻهو زخمي ٿيا هئا، انهن جي سار سنڀال لڏي وئي ۽ کين جنگي معاوضي جون رقمون جلد پهچايون ويون. بي گهر ۽ بئي هنڌان لڏي آيل ماڻهن کي هڪ هنڌڪتو ڪيو ويو ۽ هنن جي رهائش جا مسئلا حل ڪيا ويا.

ملڪ جي حالتن ۾ اهڙن سڌارن کي ڏسندي، والٽر ڦاءِ جيڪو پنهنجن ٻارن سان گهڻو پيار ڪندو هو رُٿ کي لکيو تہ هوءَ ويزبيڊن ۾ اچي. پر سرحد تي روسي سپاهي پهرو ڏئي رهيا هئا، جيڪي سرحد پار ڪندڙن کي ڏسندي ئي گولي هڻي ماري ڇڏيندا هئا. ان هوندي بہ رُٿ سرحد ٽپي وڃڻ جو فيصلو ڪيو.

هن هڪ ننڍڙو رڇ ۽ ڪي ٻيون ضروري شيون کنيون ۽ اتان رواني ٿي، کيس اها بہ خبر نہ هئي تہ ڪهڙي رستي تان ۽ ڪهڙي طرف وڃڻ گهرجي. ان ڪري هوءَ ريل گاڏيءَ ۾ چڙهي اوير جرمني جي سرحد تائين وئي ۽ پوءِ هن لڪي ڇپي اوير ۽ اولهہ جرمني جي وچ واري آزاد علائقي کي پار ڪيو. هوءَ بہ ڏينهن، بہ راتيون هلندي رهي. هوءَ ٻيلن مان لنگهي، ٻنين ۽ وادين مان گذرندي، ڏينهن جو پاڻ کي غارن ۾ لڪايو ۽ رات جون ننڍن ڳوٺن جي ويجهو اناج جي پانڊن ۾ لڪي ويٺي. هڪڙي پيري صنوبر جي وڻن واري ٽڪريءَ تان هيٺ لهندي کيس ٻن فوجي سپاهين ڏسي ورتو. انهن ۾ هڪ روسي هو ۽ ٻيو جرمن. روسي سپاهي شايد گهڻو ٿڪل هو جنهنڪري هن رٿ کي ڪجهہ نہ چيو. البت جرمن فوجي ان نوجوان قيديءَ کي سوگهو ڪري ورتو. هن روسي سپاهيءَ کي چيو تہ هو ڇوڪريءَ کي نظربنديءَ واري ڪئمپ جي حوالي ڪري جلد واپس موٽندو. اهو سپاهي رٿ کان بہ ٽي قدم اڳيان هلڻ لڳو. پوءِ هڪ هنڌ پهچي هن هڪ پاسي اشارو ڪندي ڏاڍي نرميءَ سان چيو: " اُن پاسي اولهہ

جرمني آهي.“

خوشيءَ وچان رُٿ هن جا ٿورا مڃڻ به وساري ويٺي. جيئن ئي هوءَ سرحد پار ڪري ٻئي پاسي پهتي ته هن منهن ورائي پٺيان ڏٺو. اهو سپاهي اڃا تائين اتي بيٺو هو ۽ پنهنجو هٿ لوڏي ڪيس الوداع ڪري رهيو هو. اهو ڏسي هن به موٽ ۾ مرڪندي هٿ لوڏيو ۽ پوءِ جلدي جلدي اڳتي وڌڻ لڳي. نيٺ رُٿ گوسلر شهر ۾ پنهنجي چاچي جي گهر پهچي وئي ۽ ٿڪاوٽ جي ڪري ساڻي ٿي ڪري پئي.

ٿورن ڏينهن تائين آرام ڪرڻ کانپوءِ هوءَ ڪولون شهر ۾ وئي ۽ پنهنجي پيءُ سان ملاقات ڪئي، جيڪو اتي ڪتابي نمائش ڏسڻ ويو هو. پيءُ ۽ ڌيءَ هڪ وڏي هوٽل ۾ ترسيا، جتي هنن ڏاڍي آرام سان وقت گذاريو. رُٿ ته پنهنجي نئين آزاديءَ جي هر هڪ پل مان خوشي حاصل ڪئي. پوءِ هنن پنهنجي خاندان جي باقي ڀاتين کي به لڪ ڇپ ۾ ويزبيڊن اچڻ جو بندوبست ڪيو.

23 مئي، 1949ع تي جرمني جي وفاقي جمهوريت جو بنيادي قانون منظور ڪيو ويو ۽ ان تحت منظوري ڏني وئي ته ملڪ جي اڪثريت جي گهر آهي ته ملڪ ۾ هڪ آئيني پارليماني جمهوريت ۽ سماجي ڀلائي واري وفاقي حڪومت قائم ٿئي. ان بنيادي قانون وفاقي نظام ۾ هڪ جٽادار جمهوريت قائم ڪرڻ جو موقعو مهيا ڪيو. ان جي بنيادي حقن جي پهرئين اسم مطابق رياست جي سيني اختيار ڌٽين لاءِ لازم هو ته اهي انساني عظمت ۽ انساني حقن جو احترام ڪن.

23 مئي، 1949ع، جرمني ۾ وفاقي جمهوريت جي سرڪاري طرح قائم ٿيڻ جو ڏينهن پڻ هو. ساڳئي سال آڪٽوبر جي ستين تاريخ جرمن جمهوري ريپبلڪ جي قيام جو پڻ اعلان ڪيو ويو. اهڙيءَ ريت اها ورهاست مڪمل ٿي وئي هئي. رُٿ جي لاءِ ان جو مطلب اهو ٿيو ته هاڻي هوءَ ڪڏهن به پنهنجي پياري ڏاڏي ۽ چاچيءَ سان ملي نه سگهندي، جن

جنگ واري زماني ۾ هن ۽ هن جي ننڍي ڀيڻ جي ڏاڍي قربائتي سنڀال ڪئي هئي. سڀني جرمنن وانگر ملڪ جو اهو ورهاڱو رُٿ جي لاءِ پڻ هڪ ڪوڙي دوا جهڙو هو.

5 سيپٽمبر 1949ع تي، ڪونراڊ اڊنائر کي وفاقي جمهوريت جو وفاقي چانسلر چونڊيو ويو ـ فقط هڪڙي ووٽ جي اڪثريت سان. ان چونڊ ڪانپوءِ هڪ بيمثال اقتصادي ترقي ۽ خوشحاليءَ جو دؤر شروع ٿيو جيڪو 15 ورهين کان به وڌيڪ عرصو هليو. وفاقي جمهوريت اقتصادي بدحاليءَ مان پاڻ آزاد ڪرائي دنيا جي ٽيون نمبر مضبوط صنعتي رياست جو درجو حاصل ڪري ورتو.

1950ع واري ڏهاڪي جي اُن "اقتصادي" معجزي" واري زماني ۾ رُٿ تي پيار جي پالوٽ ٿيڻ لڳي.

# پيار جي پالوٽ

رُٿ جي پيءُ ڪوشش ڪئي ته ڪتابن جي اشاعت واري ڪم ۾ هوءَ به سندس ساٿ ڏئي، پر اها ڪامياب ٿي نه سگهي. واپار ته رٿ لاءِ ورچائيندڙ ڏنڌو هو. هوءَ ته عورتن جي فيشن واري مخزن "بي ير" ڏانهن اک کڻي به نه ڏسندي هئي، جنهن جي سندس پيءُ ڏاڍي شوق سان اشاعت ڪندو هو. رُٿ جو ننڍو ڀاءُ نمونيا جي ڪري مري ويو. هن ڀاڻ به زخمي سپاهين ۽ ڦاٽل مهاجرن جي امداد جي ڪمن ۾ حصو ورتو هو. انهن تجربن جي ڪري ڪيس ڊاڪٽريءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ جو شوق ٿيو. ليپزگ ۾ جنگ ختم ٿيڻ کانپوءِ اسرندڙ جوانيءَ جي وقت، رُٿ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪراڙن ۽ بيمار مردن ۽ عورتن جي خدمت ڪندي رهي ۽ کين ڪارائيندي پياريندي هئي. هوءَ هميشه هڪ هوشيار ۽ ذهين شاگرد رهي، جنهنجي ڪري هن پنهنجي لياقت جي آڌار تي جلد ئي مينز يونيورسٽي ۾ طب جي شعبي ۾ داخلا حاصل ڪئي.

اهو شهر انڪري مشهور آهي جو اتي جوهينز گٽنبرگ 1400ـ (1468ع) جي ولادت ٿي هئي، جنهن ڪتابن کي ڇاپڻ جي مشين ايجاد ڪئي هئي. ان ساڳي شخص 1455ع ۾ مشهور "بائيبل" مينز شهر مان ڇاپي پڌرو ڪيو هو. رهائين درياهه جي ڪناري تي، يورپ جي ان قديم ثقافتي مرڪز ۾، رُٿ جي ملاقات شاگردن جي ناچ واري محفل ۾ هرمن نالي هڪ شاگرد سان ٿي. هر من قدآور ۽ خوبصورت هو ۽ هڪ حيرت ۾

وجهندڙ ناچو پڻ. ان رات رُٿ هن سان ناچ ڪري ڏاڍي خوش ٿي هئي. ٻئي ڏينهن صبح جو هن جي اک جلد ئي کلي وئي. هوءَ هاسٽل جي پٺيان باغ ۾ وئي ۽ اتي زرد ۽ سونهري گلن وارن ٻوٽن وٽ ٿورو وقت ويٺي رهي، جيڪي کيس ڏاڍا پسند هوندا هئا. رٿ اڃا انهن گلن کي پئي ڏٺو تہ ٿوري فاصلي تي کيس هو ڏسڻ ۾ آيو. هن جا ڪارا گهنڊيدار وار صبح جي هير ۾ پئي اُڏامندا ۽ هن جون بادامي رنگ واريون اکيون سندس ساراهہ ۾ پئي چمڪيون. هو رٿ جي ويجهو آيو ۽ کيس ٻڌائڻ لڳو تہ هو ساري رات جاڳندو ۽ کيس ياد ڪندو رهيو هو. ناچ ڪرڻ واري هنڌ کيس ڏسڻ سان ئي هو مٿس فدا ٿي ويو هو. ڪليل ۽ اجري آسمان جي هيٺان بيٺي، رُٿ جا قدم زمين تان ڪجي ويا ۽ هوءَ هوا ۾ اڏامڻ لڳي. ايندڙ ڇهن مهينن تائين هن جي اهائي حالت هئي.

رهائين نديءَ جي ڪناري تي انگورن جي وَلين واري سرسبز ۽ خوبصورت ماٿريءَ ۾ رُٿ ۽ هرمن جي محبت جو ٻيج پختو ٿيڻ لڳو ۽ سڄي ڪئمپس ۾ هنن جي عشق جي ڪٿوريءَ جي خوشبو پکڙجڻ لڳي. ٻئي جڏهن سائيڪلن تي چڙهي گهمڻ ويندا هئا، تڏهن کين ڏسي ڇوڪريون حسد ۾ وڪوڙجي ويندڙيون هيون، ۽ ڇوڪرا افسوس ۽ ڏک وچان هٿ پيا مهٽيندا هئا. اهي ٻئي محبت ڪرڻ وارا، هڪ گوشائتي قبرستان ۾، گهاٽن وڻن جي ڇانو هيٺ، ڪلاڪن جا ڪلاڪ هڪٻئي کي ڀاڪر ۾ جهلي، هڪ ٻئي جي نظرن ۾ پيا ڏسندا هئا.

هرمن جي موجودگيءَ ۾ رُٿ کي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو محسوس ٿيو تہ ٻين کي زندگي ارپڻ جو مطلب ڇا هوندو آهي. ان وقت تائين هن رڳو پنهنجي باري ۾ سوچيو هو پر هاڻي هرمن جي محبت کيس پاڻ ارپڻ جو احساس ڏياريو هو.

هڪڙي ڏينهن صبح جو هرمن هاسٽل ۾ هن جي ڪمري ۾ آيو. رُٿ جيئن ئي ڪمري جو دروازو کوليو تہ سامهون هرمن بيٺو هو. هن جي

هٽ ۾ هڪ ڪوٺا مار پڃرو هو. جنهن ۾ هڪ ننڍڙو ڪوئو ڦاٿو پيو هو. هرمن جي مرضي هئي ته رٿ ساڻس گڏجي ٻاهر هلي ۽ ان ننڍڙي ڪوئي کي آزاد ڪرڻ جي خوشيءَ ۾ سندس ساٿ ڏئي. هن کي لڳو ته ڪوئو ڏاڍو سهڻو هو. پر سندس اها ناداني جلد ئي ختم ٿي ويئي. ننڍڙي ڪوئي سان پاڻ وندرائڻ جي بدران زندگيءَ جون ٻيون ڪيتريون ئي ضرورتون هيون، جن ڏانهن رُٿ کي ڌيان ڏيڻو هو. رُٿ جي بي قرار روح جي اونهائين ۾ پهچڻ هرمن جي وس ۾ نه هو.

انهن ئي ڏينهن ۾ رُٿ شاگردن جي هڪ گڏجاڻيءَ ۾ شرڪت ڪئي، جيڪا فرئنڪفرٽ ۾ ٿي هئي. ان گڏجاڻيءَ ۾ هڪ وڏي عمر واري ڊچ خاتون کي دعوت ڏئي گهرايو ويو هو. هوءَ فوجي ڪئمپن ۾ قيدياڻي ٿي رهي هئي، جتي مٿس ظلم ڪيو ويندو هو. پر هوءَ هاڻي پيار ڪرڻ ۽ معافي ڏيڻ جو پرچار ڪري رهي هئي. هن جون اهي ڳالهيون ٻڌي رُٿ تي ڏاڍو اثر ٿيو. اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو ته جنهن فرد تي ڏاڍ ۽ ڏمر ٿيو هجي اهو معافي ڏيڻ جون ڳالهيون ڪري. رُٿ همت ڪري ان ڊچ خاتون جي ويجهو ويئي ۽ هن کان پڇيائين ته: ”ڪرستان ٿيڻ لاءِ ڪهڙو شرط آهي؟“ جواب ۾ هن رڳو هڪ لفظ چيو: ”عبادت.“ پر رُٿ کي ته خدا جي موجود هجڻ جو به يقين نه هو. هوءَ هن جي عبادت ڪيئن ٿي ڪري سگهي.

رُٿ ته هڪ اهڙي ماحول ۾ پلجي وڏي ٿي هئي، جنهن ۾ خدا جي وجود کان انڪار ڪيو ويو هو. جتي هر هڪ کي مجبور ڪيو ويو هو ته ملاقات ڪرڻ وقت هڪ ٻئي کي ”هيل هٽلر“ چون! هٽلر جي جنگ جيڪا موتماري، تباهي ۽ بربادي آندي هئي، ان عقيدي جي سيني بنيادن کي لوڏي ڇڏيو هو. هاڻي زندگيءَ مان ڀروسو ئي کڄي ويو هو. آخر آئون ان موتماريءَ مان ڪيئن بچي نڪتي آهيان؟“ جنگ جي ختم ٿيڻ کانپوءِ اهو سوال رُٿ جي ذهن ۾ پڙاڏو بڻجي گونجندو رهيو هو.

ان سوال جي جواب جي ڳولا ۾ هن فلاسافي ۽ ڪلاسيڪي ادب

بابت ٽينڊڙ عالمن جي بحث مباحثن ۾ شرڪت ڪئي. اتي سندس ملاقات رولنڊ سان ٿي. رُٿ جا والدين پروٽيسٽنٽ عقيدي جا حامي هئا، جڏهن تہ رولنڊ جو تعلق ڪئٿولڪ مسلڪ واري خاندان سان هو. هن جي ڪئٿولڪ اخلاقيات حساس رُٿ کي متاثر ڪيو. هن جنهن مانائتي نموني پنهنجون ننڍڙيون خاميون ۽ غلطيون قبول ڪيون ۽ انهن کي ختم ڪرڻ لاءِ هن جيڪا ڪوشش ڪئي هئي، انهن ڳالهين رُٿ تي ڳوڙهو اثر ڪيو هو. هو ٻئي صبح جو ڊگهو سير ڪري واپسيءَ تي عظيم امپيريل چرچ جي دروازي تائين ايندا هئا، جتي رولنڊ عبادت ڪرڻ لاءِ اندر ويندو هو ۽ رٿ ٻاهر بيٺي هوندي هئي ۽ ان عمارت جي شاندار اڏاوت جي دل ئي دل ۾ پٺي ساراهہ ڪندي هئي. پوءِ هڪ ييري ٻئي نمائندن جي حيثيت ۾ شاگردن جي اجلاس ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ پيرس بہ ويا.

پر رُٿ جي لاءِ زندگيءَ جي ڪابہ معنيٰ نہ هئي. انهن ڏينهن ۾ سارتر جي وجوديت واري نظريي جي هر هنڌ ڏاڍي هاڪ هئي. حقيقي وجود ڪنهن جو بہ نہ هو. رولنڊ جي ڪري پاڻ کي ڪنهن آزار ۾ ڦاسائڻ کان بچائڻ خاطر رُٿ طب جي اوائلي امتحان ڏيڻ ڪانپوءِ مينز مان ماربرگ وڃڻ جو فيصلو ڪيو.

ماربرگ شهر ۾ يونيورسٽي هئي، جتي هن پنهنجي طب جي تعليم جاري رکي ۽ ڪئٿولڪ فرقي جي شاگردن جي جماعت جي رڪن بہ ٿي. اتي بہ هوءَ سچ جي ڳولا ڪندي رهي ۽ زندگي، محبت ۽ موت جي مسئلن بابت معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ بحثن ۾ حصو وٺندي رهي. هوءَ اڪثر ڪري هڪ عيسائي عالم، فادر ڪوش وٽ بہ ويندي هئي، جنهن پوءِ کيس ٻڌايو تہ ”منهنجي هميشہ توکي اهو ٻڌائڻ جي خواهش هوندي هئي تہ مون وٽ ڪرڻ لاءِ ٻيا بہ ڪم آهن، پر تنهنجو چاهہ ڏسي آئون مات ٿي ويندو هئس“. بعد ۾ رُٿ رومانو گارڊيني جو ڪتاب ”دي لارڊ“ ۽ ٻيا ڪتاب پڙهيا، جن جو مٿس ڏاڍو اثر ٿيو.

ماربرگ ۾ هن جي چاڻ سڃاڻ گينٽر سان ٿي، جيڪو اتي يونيورسٽي ۾ فلاسافي ۽ ڪلاسيڪي ادب جو شاگرد هو. ڪين هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ ۾ حجاتي ٿيڻ ۾ ٻه ٽي مهينا لڳي ويا ۽ رٿ به اهڙي ئي روحاني آرام ۽ سڪون جي ڳولا ۾ هئي. ٻئي هڪٻئي سان هٿ هٿ ۾ ڏئي همسفر مسافرن وانگر هڪ اڪيلي سچ تائين پهچڻ لاءِ اڳتي وڌندا رهيا. هڪ رات جڏهن آسمان ۾ تارا پئي چمڪيا، ٻئي ماربرگ جي عاليشان قلعي جي ديوار تي ويٺا هئا ۽ ماٺ ڪيو هيٺ اونداهي واديءَ ۾ ڏسي رهيا هئا. ان وقت گينٽر ماٺ کي ٽوڙيندي چيو "اسان کي آپگهات ڪرڻ گهرجي يا وري اسين ڪيٿوليڪ عقيدو اختيار ڪريون." هن اهو فيصلو ٻنهي جي طرفان ڪيو هو چو ته ڪيس رُٿ سان شادي ڪرڻ جي وڏي اميد هئي. پر هوءَ انهن دنياوي ٻنڌڻن کان مٿي چڙهي چڪي هئي. رٿ ڪڏهن به ڪنهن مقصد حاصل ڪرڻ واري ارادي کي اڏ ۾ نه چڏيو. جيڪڏهن ڪيس ڪيٿوليڪ عقيدي کي قبول ڪرڻو هو ته پوءِ هوءَ اهو مسلڪ قبول ڪندي ۽ راهبه ٿيندي.

پر اهو فيصلو ڪرڻ ڪو آسان ڪم نه هو. گينٽر کان وڌيڪ ڪو ٻيو شريڪ حيات ڪيس ملي نه سگهندو. هن جي پيار ۾ ڪوملتا هئي. ان روحاني مونجهاري جي هوندي به هنن جي دوستي ڪيترن سالن تائين قائم رهي.

ان وقت تائين هن رياست جي تعليمي بورڊ جو امتحان پاس ڪري ورتو هو ۽ هڪ اسپتال ۾ ڪم ڪرڻ لڳي هئي. گينٽر اڪثر ڪري هن سان ملاقات ڪرڻ لاءِ اتي ويندو هو. هو ماربرگ مان ريل رستي بيحد پرڪشش ...... ونٽر برگ ۾ ايندو هو، جيڪو صنوبر جي وڻن ۾ لڪل سيئرلينڊ جي ٽڪرين تي واقع هو. پوءِ ٻئي گهمڻ لاءِ پيلن ۾ ويندا هئا، جتي رستي جي ٻنهي پاسن تي شاهه بلوط جا وڻ هوندا هئا ۽ رستن تي جهنگلي گل، جيڪي ڪٽي ٻئي ڪائيندا هئا.

هڪڙي پيري هفتي جي پڇاڙيءَ تي رُٿ ماربرگ وئي. گينٽر اسٽيشن تي کيس وٺڻ آيو. ان ڏينهن هنن شام جو پهر گڏجي گذاريو. پوءِ اوچتو رُٿ کي هڪ اهڙو احساس ٿيو جنهن جو هن کي انتظار هوندو هو. گينٽر کيس شادي ڪرڻ لاءِ چيو. رُٿ ان اوسيئڙي ۾ هئي ته هائو چوي، پر ان جي بدران هن پاڻ کي معافي گهرندي ٻڌو: "افسوس، گينٽر! اهو منهنجي لاءِ ممڪن ناهي. مونکي هڪ ٻيو ڪم سونپيو ويو آهي." سندس روحاني ويڙهه ۾ کيس ڪاميابي نصيب ٿي ۽ گينٽر هن کي حيرت وچان ڏسندو رهيو. پر هن پاڻ ته شروع ڪان ئي اهو محسوس ڪيو جيئن پوءِ هن وڏي ڏک ۽ افسوس سان رٿ کي ٻڌايو ته:"پنهنجي بنهه ويجهڙائپ وارين گهڙين ۾ به مونکي محسوس ٿيو هو ته تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ شيشي جي ديوار موجود آهي. جيڪڏهن تون مون کي ٻڌائين ها ته تون ڪنهن ٻئي شخص ڏانهن مائل هئينءَ ته آئون ان کي سيڪت ڏيان ها. پر هاڻي جڏهن تو مونکي ٻڌايو آهي ته تون خدائي خدمت ڪرڻ جي جذبي هيٺ مون کان پري رهڻ گهرين ٿي ته پوءِ ڪو انسان ڇا ٿو ڪري سگهي؟"

پوءِ هو ٻئي گهگهه اونداهي رات ۾ ٻيلي جي پيچرن تان، پرهه ڦٽيءَ تائين خاموشيءَ سان هلندا رهيا. آخر جدائيءَ جي مهل اچي وئي. ريل گاڏيءَ جي انجڻ جي سيٽي جو آواز دونهين سميت پليٽ فارم تي پکڙجي ويو. ٻئي هڪ ٻئي جي اکين ۾ پيرجي آيل ڳوڙهن کي نه ڏسي سگهيا.

رُٿ ونٽربرگ موٽي وئي ۽ اسپتال جي ڪم ڪارين ۾ انتهائي مصروف ٿي وئي. اتي هن جلدي ۾ تڪڙي جراحي جا ڪم ۽ عورتن جا ڏکيا ويم به ڪيا. واندڪائيءَ واري وقت ۾ هن هڪڙي مسلڪ ۾ شموليت لاءِ خيالن جي ڏيئي وٺ ڪئي. هن جو پيءُ سندس فيصلي کي رد ڪري ڇڏيو. جڏهن ته سندس امڙ رڳو ايترو سوچيو ته، جيڪڏهن کيس اهڙو سڏ ٿيو آهي ته پوءِ هن کي ان جي پوئواري ڪرڻ گهرجي. ان وقت تائين هن جي سيني وڏين ڀينرن جون شاديون ٿي چڪيون هيون ۽ اهي پنهنجي

پنهنجي ڪرت ۾ رڌل هيون. وڏي ڀيڻ والٽراڊ ماسترياڻي هئي. ان کان ننڍي ريجينا هڪ لئبريريءَ ۾ ملازم هئي، ۽ آرمگارڊ جيڪا رٿ کان ٻه ورهيه وڏي هئي، قانون پڙهي ان جي سند حاصل ڪئي هئي. سيني کان ننڍي ڀيڻ باربرا جنهن ليبارٽري جي ڪم ڪار ۾ سکيا حاصل ڪئي هئي، سان هڪ اعصابي بيماريءَ ۾ ورتل هئي. سندس پرگهور لهڻ لاءِ ماءُ پيءُ ۽ ڀينرون موجود هيون. تنهنڪري هن پاڻ رٿ کي ڪنهن مسلڪ ۾ شامل ٿيڻ جي اجازت ڏني. نيٺ اهو وقت اچي ويو ۽ رُٿ ”ڊاٽرس آف دي هرٽ آف ميري“ جو عقيدو قبول ڪيو جنهن جو مرڪز پئرس ۾ هوندو هو.

# پئرس کان ڪراچي تائين

لوئر جي آرٽ ميوزيم ۾ ليونارڊو ڊاونچي جي شاهڪار تصوير ”موناليزا“ رُٿ کي پنهنجي سامهون بيٺل ڏسي مُرڪي ڏنو. رُٿ نوٽري ڊيم ڪئٿڊرل جي نازڪ نفيس خوبصورتيءَ کي ساراهڻ کان رهي نه سگهي، جتي سن 1804ع ۾ نيپولين بوناپارٽ پنهنجي تاج پوشي ڪرائي فرانس جو بادشاهه ٿيو هو. هن سينٽ چئپل جي رنگين شيشن وارين ديوارين جي پڻ تعريف ڪئي، جتي ڪنڊن وارو اهو تاج رکيو هو جيڪو حضرت عيسيٰ مسيح کي پارايو ويو هو.

خانقاهه ۾ رُٿ جي ملاقات جاپان، پارٽ، ايٿوپيا ۽ برازيل مان آيل سيڪڙات ڇوڪرين سان ٿي، جن وٽان هن ٻين ثقافتن جي ڄاڻ حاصل ڪئي. شروعاتي ڏينهن ۾ هڪڙي ڏينهن هوءَ بي پرواهيءَ سان اڌ اگهاڙي حالت ۾ غسل خاني مان ٻاهر نڪري آئي. سندس ان حرڪت پارٽ جي سسٽرز ۾ وڏو گوڙ پيدا ڪيو. ان واقعي جي شڪايت اتي جي سربراهه تائين پهچائي وئي، جيڪا بيلجيم جي رهاڪو هئي. ان نيڪ عورت، رٿ کي ڀاڻ وٽ گهرائي سمجهايو ته جيڪا ڳالهه ڪنهن هڪ ثقافت وارن وٽ اعتراض جوڳي ڪانهي، سا ٿي سگهي ٿو ته ٻين ثقافتن وارا ٻنهه قبول نه ڪن. پر پوءِ پارٽ جي سسٽرز ۽ جرمن سسٽر ۾ جلد ئي دوستي ٿي وئي. جڏهن هڪ پارٽي سيڪڙاٽ کي دماغي بيماريءَ جا دورا پوڻ لڳا ته ان وقت سيٽي ڊپ ۽ خوف وچان هُن جي ويجهو ئي نه آيون، ڇو ته ڪا به ڳالهه

سمجهه ۾ نه پئي آئي. البت رُٿ اڪيلي هئي، جنهن کين سمجهايو ته اها هڪ نفسياتي بيماري هئي، جيڪا مناسب دوائن ڏيڻ سان گهٽجي ويندي. رُٿ هن کي ذهني سڪون ڏيندڙ دوا ڏني، جنهنڪري هن کي آرام آيو ۽ پوءِ خانقاهه جو هُل هنگامو ختم ٿي ويو.

پوءِ جلد ئي "ڊاٽرس آف دي هارٽ آف ميري" جي پارٽي شاخ وٽان درخواستون پهچڻ لڳيون ته رُٿ کي خلق جي خدمت لاءِ پارٽ موڪليو وڃي. هن جي پنهنجي مرضي پنهنجي اباڻي وطن جرمن ڊيموڪريٽڪ ريپبلڪ ڏانهن واپس وڃڻ جي هئي، پر بيلجيم واري سربراهه کيس صلاح ڏني ته ان ملڪ ۾ نه وڃ، جتي ڪميونسٽن جو راڄ هو بلڪ توکي پارٽ جي دعوت تي ويچار ڪرڻ گهرجي.

رُٿ ايشيا جي غريب رهاڪن جي خراب حالتن جي باري ۾ گهڻو ئي پڙهيو هو جنهنڪري هن پارٽي ويزا لاءِ درخواست ڏني. انهيءَ وچ ۾ هن پون اسپتال ۾ عورتن جي بيماريءَ وارن شعبن ۾ هڪ سال تائين تجربو حاصل ڪيو. انهن ئي ڏينهن ۾ هن جو پيءُ بيمار ٿي پيو جنهن کي علاج لاءِ اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو. رُٿ پنهنجي اسپتال مان موڪل ورتي ۽ پيءُ جي ٽهل ٽڪور ڪرڻ لڳي. پر جلد ئي هو وفات ڪري ويو ۽ رٿ هن جي تدفين ڪانپوءِ پئرس موٽي وئي. ايترا ڏينهن گذرڻ ڪانپوءِ به پارٽ ڪان ويزا ڪونه آئي. پوءِ ڪنهن هن کي صلاح ڏني ته پهرين تون ڪراچي (پاڪستان) وڃ، جتان پارٽ تائين پهچڻ آسان ٿي سگهندو.

18 ورهين جي ڄمار واري رُٿ جنگ ڪانپوءِ واري ليپزگ ۾ ايتري ته مصروف هئي، جو کيس ڪابه خبر نه پئي ته آگسٽ جي 14 تاريخ، سن 1947ع ۾ دنيا جي نقشي تي هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت ۾ اسلامي جمهور پاڪستان ابري ظاهر ٿيو هو. ان ملڪ جي ٻن حصن اولهه ۽ اوير پاڪستان جي وچ ۾ هڪ وڏو حصو مخالف ملڪ پارٽ جو هو. هندوستاني ننڍي کنڊ جي اها ورهاست ان تحريڪ جو نتيجو هئي،

جيڪا هڪ جدا ملڪ حاصل ڪرڻ لاءِ مسلمانن شروع ڪئي هئي. اهو حسابي ڪرتب ڏيکاري، انگريز پنهنجا ٽپڙ سوري پيچي ويا ۽ پٺيان ٻه اهڙا ملڪ ڇڏي ويا، جيڪي لاڳيتو ويڙهاند جي حالت ۾ آهن.

ڪراچي ۾ قائم جماعت جي هڪ رڪن ۽ ميڪسيڪو مان آيل دواساز بيريناٽيس ورگاس جي درخواست قبول ڪرڻ کان اڳ رٿ نوجواني وهي اُڪري جوانيءَ ۾ قدم رکي چڪي هئي.

پاڪستان ننڍڙي وهيءَ ۾ ئي پنهنجي خالق ۽ ابي، قائداعظم محمد علي جناح جي سيپٽمبر 1948ع ۾ بي وقتي وفات ڪري يتيم ٿي ويو هو. جناح کي سلهه جي بيماري هئي، جيڪا پوشيده رکي وئي هئي. هن جي بي مثال قيادت هيٺ "آل انڊيا مسلم ليگ" پاڪستان حاصل ڪيو. هن جي افسوسناڪ وفات جي ڇئن ورهين اندر سندس ساٿي ۽ نائب ۽ ملڪ جي پهرئين وزيراعظم لياقت علي خان کي راولپنڊي ۾ هڪ جلسي ۾ گولي هڻي قتل ڪيو ويو. ان کانپوءِ ڪيترين ئي غير مقبول حڪومتون ٿيون. ملڪ جي ٻن حصن ۾ اقتصادي، سياسي ۽ سماجي اختلافن جي ڪري ڇڪتاڻ شروع ٿي وئي. ڪشمير جي سوال تي ڀارت سان ڦڏو شروع ٿيو جنهنجي ڪري ٻنهي ملڪن سماجي ضرورتن تي خرچ ڪرڻ جي بدران دفاعي گهرجن جو پوراٿو ڪيو. پاڪستان ۾ زرعي اقتصاديات کي ڌڪ لڳو. اتي پڙهيل ماڻهن جو تعداد ٿورو هو ۽ ٻارن ۽ عورتن ۾ بيمارين جي ڪري موت جو انگ وڌيل هو. ملڪ جي اڪثريت، شهرن کان پري ڳوٺن ۾ رهندي هئي، جتي زندگيءَ جون بنيادي ضرورتون، جهڙوڪ: صفائي ۽ صاف پاڻي اڻلڀ هو. ملڪ جي وڏي ۾ وڏي شهر، اهم سامونڊي بندر ۽ پهرئين گادي واري شهر، ڪراچي جي حالت ابتر ٿي وئي هئي، ڇو جو ڀارت مان لکين آيل بي گهر مسلمان اتي رهڻ لڳا هئا.

رٿ جن ڏينهن ۾ يورپ ڇڏي پاڪستان اچڻ واري هئي، ان وقت ڪونراڊ اڊنائر جي سربراهيءَ ۾ اولهه جرمني پنهنجي "اقتصادي معجزي"

جي ڪري ترقي ڪري رهيو هو. پئي پاسي چارلس ڊيگال جي صدارت هيٺ فرانس ۾ اقتصادي سڌارن ۽ ترقيءَ جي ڪري سياسي طاقت زور وٺڻ لڳي هئي. آڪٽوبر 1958ع ۾ جنرل ايوب خان پاڪستان ۾ فوجي حڪومت قائم ڪئي. ان وقت ڪراچي ۾ هڪ جرمن سيڪرٽري پهچڻ واري هئي. قد آور ۽ رعبدار جنرل، ملڪ جو گاديءَ وارو شهر، ڪراچي جي بدران اسلام آباد ڪي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو جيڪو مرگلا ٽڪرين جي هيٺان واقع هو. پوءِ هن اقتصادي ۽ سماجي سڌارن جا پروگرام شروع ڪري، ان نئين قوم ۽ ملڪ کي مستحڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

رُٿ جڏهن پنهنجيءَ ماءُ سان پاڪستان وڃڻ جي ڳالهه ڪئي، تڏهن هن ڳڻتي ڏيکاري. پوءِ هڪ ڏينهن هن خواب ۾ ڏٺو ته سندس ڌيءَ هڪ لفٽ ۾ مٿي پئي وڃي، جنهن ۾ ٻه رسا لڳل آهن. انهن مان هڪ رسو مضبوط آهي ته ٻيو اهڙو ڪمزور جو ذري گهٽ ٽٽي پوڻ وارو آهي. اهو خواب ڏسي هوءَ خوف وچان ڏڪڻ لڳي. پر پوءِ هن جو ڌيان مضبوط رسي ڏانهن ويو ۽ هن پاڻ کي چيو: "تون چو ٿي ڊڄين؟"

# هُن بي وَفا جو شهر

1960ع واري ڍاڪي ۾ پاڪستان جي بيحد مقبول ڳائڻي نسيم بيگم مشهور شاعر منير نيازي جو هيٺيون اردو غزل ڳايو هو:

اس بي وفا ڪا شهر هئي، اور هم هين دوستو.
اشڪ روان ڪي لهر هئي، اور هم هين دوستو.

ڪراچي شهر جي سئنيما گهرن ۾ فلم جي پردن تي، فلمي اداڪاره مسرت نذير پنهنجي خواب هاڻين اکين مان، گليسرين جي ڪري وهندڙ ڳوڙهن سان اهو غزل هڪ ڏکي ڏن ۾ جهومندي ۽ مست ٿيندي، ميڻ بتين جي ٽمڪندڙ روشنيءَ ۾ ڳايو هو.

ان عجيب شهر جي وچ واري هڪ اڌ اونداهي جهوپڙيءَ ۾ ڏوستن ۽ ماڻهن کان پري رُت ڦاٽ هڪ انڌي ڪوڙهيءَ جو چهرو پنهنجن هٿن ۾ جهلي، هن جي بدبودار ۽ ڦٽل نڪ مان جراحي چمٽي سان ڪينئان ڪڍي رهي هئي. اتي هڪ ٻيو ڪوڙهيو بہ هو جنهن کي ڏوئي صاف ڪري، مرهم پٽي ڪرڻ جي ضرورت هئي. هڪ ٻيو ڪوڙهيو هڪڙي ڪنڊ ۾ ڪنجهي رهيو هو. هن جو هڪ پير سُڄي ويو هو جنهن جي زخمن مان بوءِ پئي نڪتي. جنهن جي مٿو ڦيرائيندڙ بدبوءِ سڄي جهوپڙيءَ ۾ پکڙيل هئي ۽ سڄيل پير جي زخمن تي مکين جا ميڙ ويٺا هئا. انهن بيحد مسڪين ۽

بي يارو مددگار پينو فقيرن ۽ ڪوڙهہ جي مرض ۾ قاتل لولن لنگڙن جي وچ ۾ هوءَ وينـي هئي. هوءَ اهڙي مرض جي علاج ۾ لڳي پئي هئي، جنهن جي ان وقت تائين ڪنهن کي بہ خبر نہ هئي. ان مرض ۾ قاتل مريض مرڻ جي بدران هڪ لاچاري ۽ بيوسي واري حياتي گذارڻ لاءِ مجبور هوندا هئا. ڦٽيل ۽ ڦڏا هٿ پير هجڻ جي ڪري اهي عزت پريو روزگار ڪمائڻ جي لائق ئي نہ هئا. ڪوبہ ماڻهو اهڙي خاندان ۾ پنهنجي پٽ يا ڌيءَ جي شادي ڪرڻ جي باري ۾ سوچي بہ نہ سگهندو هو، جتي ڪو ڪوڙهو هوندو هو. اهڙن مريضن کي ماڻهن جي وچ ۾ رهڻ جي اجازت نہ هوندي هئي.

ميڪسيڪو جي نوجوان سيڪڙات راهبہ بيريناٽس، جنهن دوائن ڏاهڻ جي سکيا حاصل ڪئي هئي، ڪراچي جي ان وقت جي وڏي پادري مونسيگنور وين ملتنبرگ جي عرض ڪرڻ تي يونيسيف جي طرفان موڪليل نرس بيٽي مينيزس سان گڏجي پهريون پيرو ان ڪالونيءَ جي مريضن کي ڏٺو هو.

ڪالونيءَ ۾ داخل ٿيندي ئي کين هڪ مٺل ڊڪتو نظر آيو. ان جي گندي بدبوءِ کان بيريناٽس جو مٿو ڦرڻ لڳو ۽ هن کي اُبڙاڪا اچڻ لڳا. هوءَ واپس ٿيندي چوندي وئي: ”نہ نہ آئون اهو ڪم نہ ڪري سگهنديس.“ بہ ڪوڙهي، جن هُن کي ايندي ڏٺو هو رڙيون ڪرڻ لڳا. انهن ۾ هڪ مسلمان هو ۽ ٻيو عيسائي. عبدالوهاب رڙ ڪري چيو: ”خدا جي واسطي نہ وڃ.“ ليزارس عيسائيءَ رڙ ڪئي تہ: ”حضرت يسوع مسيح جي صدقي ترس.“ هنن جي بدصورت ۽ بدبودار جسمن تي ڪينٽان پئي سُريا. جن کي ڏسي هوءَ پڇڻ لڳي. اتي هن جي ٻيهڻ جو ڪو سوال ئي نہ هو ۽ هوءَ اتان هلي وئي. ڪانوينٽ ۾ پهچي هوءَ بيمار ٿي پئي ۽ هڪڙي هفتي تائين ڪيس ماني ڏني بہ نٿي وٺي.

ان هوندي بہ ميڪلوڊ روڊ جي رهاڪو انهن فقيرن گرومندر واري علائقي ۾ سسٽر جو گهر ڳولي لڌو. بيريناٽس اهو ڏسي مجبور ٿي وئي،

ڇاڪاڻ تہ هنن مان هڪڙو فقير مرڻ وارو هو. هوءَ ساڳئي هنڌ وئي. جيئن ئي هوءَ اتي پهتي تہ ليزارس مرڻ وارو هو. اهو ڏسي پادريءَ کي گهرايو ويو. سينٽ پئٽرڪ ڪئٿيڊرل جو فادر پنٽو جڏهن اتي آيو ۽ هن ليزارس کان سندس آخري خواهش جو پڇيو تہ هو رڳو ايترو چئي سگهيو تہ: "منهنجي خواهش آهي تہ سسٽر کي اسان ڪوڙهين جي علاج لاءِ ڪجهہ ڪرڻ گهرجي." پوءِ بين ڪوڙهين بہ ڪانئس پڇيو: "سسٽر، تون پنهنجي پيءُ ۽ ماءُ کي ڇڏي هت آئي آهين. ڇا تون اسان جي لاءِ ڪجهہ بہ نہ ڪندينءَ؟" بيريناٿس کي چوڻو پيو: "ضرور ڪنديس!"

ان واقعي ڪانپوءِ هن پنهنجي ماءُ پيءُ کي خط لکيو جيڪي گاڊيلجارا ميڪسيڪو ۾ رهندا هئا تہ، "آئون اوهان کي سڀ ڪجهہ ٻڌائي سگهان ٿي، پر بدبوءِ جي باري ۾ ڪجهہ بہ نہ چونديس. اهي ماءُ، پيءُ پهريان ٻاهريان ماڻهو هئا، جن دوائن ۽ زخمن تي ويڙهڻ لاءِ ڪپڙي جون پٽيون موڪليون. بيريناٿس ڪالونيءَ وارن ڏانهن نياپو موڪليو تہ "جيڪڏهن اوهان مٿل ڪٽا پري اڇلائي ۽ گندي پاڻيءَ جون ناليون صاف ڪري ڇڏيون آهن تہ پوءِ آئون اوهان وٽ اچڻ لاءِ تيار آهيان." ان ڳالهہ کان هڪ هفتو پوءِ جڏهن هوءَ اتي وئي تہ هڪ ڪوئو بہ ڏسڻ ۾ نہ آيس. جيتوڻيڪ فرش آلو هو پر کيس ان تي هلڻ ۾ ڪا بہ تڪليف نہ پئي ٿي.

نيٺ 300 روپيين جو چندو ڪٺو ڪيو ويو. اها رقم دوستن ۽ فقيرن گڏ ڪئي. پوءِ يونيسيف جي آفيس مان پائي ۽ ڪاٺ جا خالي ڪوڪا اڌارا ورتا ويا. انهن جي ملندي ئي ڪوڙهين پاڻ بہ هڪ ننڍڙي اسپتال ٺاهڻ ۾ مدد ڪئي. ڪاٺ جي ننڍن ٽڪرن سان ان جي ڇت ٺاهي وئي ۽ ديوارون ٺاهڻ لاءِ دفتري استعمال ڪئي وئي. ريڊ ڪراس وارن دوائون ڏنيون. ڪن ملڪن جي سفارتخانن وٽان مليل هنڌن جي چادرن مان زخمن جي لاءِ صاف پٽيون ٺاهيون ويون. ٻئي پاسي ڪيٿولڪ رليف سروس وارن وري سڪل کير ۽ ڪاچرو تيل ڏنو. بيريناٿس مدر سيمئون فيبر

۽ سسٽر فرانسز برائون سان گڏجي پراڻا ڪپڙا ۽ بلئنڪيٽ خريد ڪرڻ لاءِ ڪراچي جي پراڻي بازار ۾ ويئي. ٻن مريضن وٽ گڏهه گاڏي هئي، جنهن تي اهو سامان کڻي هڪ اسٽور ۾ رکيو ويو، جيڪو ماما پارسي اسڪول ڏنو هو.

هر ٻئي ڏينهن ٻنپهرن جو، بيرنائس ورگاس، مدرفيبر ۽ سسٽر برائون پنڌ ڪري يا ڪراچي جي ڪتارا بسن ۾ چڙهي، ڪوکن ۽ تختن سان ٺهيل ان اسپتال، جنهن جو نالو هنن جي عقيدي جو بنياد رکندڙ فرانسيسي خاتون ميري ايڊيلائيڊ جي نالي پٺيان رکيو ويو هو پهچنديون هيون. جتي پاهر، ڪوڙهه جا ڪيترائي مريض بيقراريءَ سان، هنن جي انتظار ۾ بيٺا هوندا هئا.

بيرنائس اردو زبان جا ٻه لفظ ”صبح“ ۽ ”شام“ سکيا هئا، چاڪاڻ ته گهڻو ڪري دوائون ڏينهن ۾ ٻه ڀيرا ونڊيون هيون. پوءِ جلد ئي پيار وچان هوءَ ”سسٽر صبح شام“ جي نالي سان مشهور ٿي وئي. برما مان آيل ڪوڙهه جو هڪ جوان مريض رنگوني، پاڻ جهڙن بيمارن جي بيماريءَ جو حال انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري هن کي ٻڌائيندو هو.

1958ع ۾ هڪ نفيس نازڪ خاتون، جيڪا چمڙي جي بيمارين جي ماهر هئي ۽ جنهن جو ٻن ورهين جو پٽ ان جماعت جي ڪنڊر گارٽن اسڪول ۾ داخل هو، بيرنائس وٽ آئي. هن جو نالو ڊاڪٽر زرينه فضل ڀائي هو. هوءَ هڪ امير ڪاروباريءَ جي زال هئي. شاندار چمڪندڙ ساڙهي پاتل ان خاتون کي ڪوڙهه جي مرض تي مواد گهربل هو، جيڪو هن کي ڪراچيءَ جي هڪ شاندار هوٽل، ميٽروپول ۾ سڏايل ڪانگريس ۾ پيش ڪرڻو هو. بيرنائس ۽ زرينه هڪ ٻئي کي ڏسندي ئي سهيليون ٿي ويون. پر ڪوڙهين جي ڪالونيءَ ۾ وڃڻ لاءِ پنهنجيءَ همٿ کي مارڻ واسطي زرينه کي وقت گهربل هو.

ان عرصي اندر مدر فيبر ۽ سسٽر برائون ڪراچي مان بدلي ٿي

ويون ۽ هنن جي جاءِ تي مدر ميري ڊوئل ۽ هيلن ليوٽ مقرر ڪيون ويون. رُٿ جڏهن هوائي اڏي تان گرومندر هاسٽل ۾ پهتي، ۽ رستي تي هن بوگنولا جي گلن کي گلاب جا گل سمجهيو هو. تڏهن هُن جي ملاقات مدر ڊوئل، هيلن ۽ بيريناٽس سان ٿي هئي.

اها بيريناٽس ئي هئي، جنهن هڪڙي ڏينهن رُٿ کي ڪوڙهين جي ڪالونيءَ ۾ پاڻ سان گڏ هلڻ جي دعوت ڏني. ٻئي ماڻهن سان ستيل هڪ بس ۾ چڙهيون. هنن جي هٿن ۾ دوائن ۽ پٽين سان ڀريل ٿيلها هئا. ڪالونيءَ جي اڳيان گڏ ٿيل گندي پاڻيءَ کي ڏسي رُٿ ٿورو هٻڪي بيهي رهي، پر پوءِ هن بيريناٽس جي پٺيان گندگيءَ ۾ وڃڻ جو فيصلو ڪيو.

# رات جو وقت ۽ ڪوئن جو حملو

ان زماني ۾ جڏهن رُت جرمنيءَ ۾ ترسيل هئي، تڏهن يورپ ۾ ڪوڙهه جي بيماريءَ جي پاڙ پٽجي چڪي هئي ۽ اها ڪنهن کي ياد به نه هئي. طبي سکيا وٺڻ جي سموري وقت ۾ هن ڪڏهن به ڪوڙهه جو ڪو مريض نه ڏٺو هو. هوءَ اهو ڪڏهن به نه سوچي پئي سگهي ته جيوڙن جي ذريعي هڪ معمولي وچڙندڙ بيماري، جيڪا ظاهري طرح چمڙيءَ تي پيدا ٿيندڙ ڦڪن ۽ ڳاڙهن تڪليف نه ڏيندڙ چٽن سان شروع ٿئي ٿي، ان جو جيڪڏهن وقت تي علاج نه ڪبو ته اها سڄي جسم کي وڪوڙي، ان کي برباد ڪري ڇڏيندي.

رُت جرمنيءَ ۾ جنگ جي ڪري لڏي آيل ماڻهن جي ڇهرن تي خوف ۽ دهشت ڏٺي هئي. هن ان ئي جنگ ۾ رت ۾ ٻڏل زخمي فوجين جا جسم ۽ ڇچريل لاش ڏٺا هئا. پر هن پاڪستان جي هڪ وڏي ۾ وڏي شهر، تجارتي مرڪز ۽ ملڪ جي گاديءَ واري شهر ۾ جيڪي ڏٺو ان تي يقين ڪرڻ ممڪن ئي نه هو: اکين کان معذور مرد ۽ عورتون، ڇچريل ۽ ڦتل نڪ، ڏنگا ڦڏا ڇهرا، بيڪار هٿ ۽ پير، پونءِ سان ڇڪندڙ ۽ ساهه پوساتيندڙ بدبوءِ وارا زخم، گندي پاڻيءَ جي اٿليل نالين جي وچ ۾ رهندڙ بيمار مڪين جي ميڙن ۾ انهن جي پون پون، ڳريل ۽ سڙيل گوشت تي ڪوئن جا حملا.“

30 ورهين جي ڄمار واري جرمن سيڪڙات، جنهن مسڪيني،

پاڪ دامني ۽ فرمانبرداريءَ جو قسم کنيو هو جنهن ظلم ۽ جبر جي خلاف ڪم ڪرڻ جو عهد ڪيو هو. ڪي غيبي حڪم هاڻي ان طرف وٺي آيو هو. ان وقت هن پاڪستان ۾ رهڻ جو فيصلو ڪيو. هن لاءِ اهو غيبي حڪم هو جنهن هيٺ هن چيو هو "افسوس آهي گينٽر آئون شادي نہ ٿي ڪري سگهان. مون کي هڪ بيو ڪم سونپيو ويو آهي."

ان وچ ۾ اسپتال قائم ڪرڻ لاءِ بيريناٽس سخت محنت ڪئي. هن اٽڪل 150 ڪوڙهہ جي مريضن ۽ سندن خاندانن جي ڀاتين جي اُٿلي پونڊڙ زخمن ۽ ڦٽن جي پنهنجي ڄاڻ مطابق هر ممڪن علاج ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي! حالانڪ هوءَ ڊاڪٽر نہ هئي. البت ڪڏهن ڪڏهن ڊاڪٽر اينا روڪا ۽ ڪراچي جي ڊائو ميڊيڪل ڪاليج جا ٽي شاگرد هن جي مدد ڪندا هئا، پر اهي رضاڪار هئا، جيڪي ٿورو وقت ڪم ڪري هليا ويندا هئا. لاچار ٿي هن پئرس ۾ پنهنجي عقيدي جي مجلس ڏانهن درخواست موڪلي تہ هڪ ڊاڪٽرياڻي ڪراچي ڏانهن رواني ڪن.

اهڙيءَ ريت رُٿ اچڻ کانپوءِ بيمارن ۽ مرض کي چڱي ريت سمجهڻ لاءِ ڪوڙهہ جي بيماريءَ تي معياري ليکڪ جهڙوڪ: رابرٽ ڪوچرين جا لکيل ڪتاب پڙهيا. ان بعد هن ڀارت ۾ تامل ناڊو ۾ قائم ڪرسچين ميڊيڪل ڪاليج ويلور جي آمريڪي پرنسيپال ۽ ڪوڙهہ جي بيماريءَ جي ماهر ڊاڪٽر پال برانڊ کي لکيو جتي دنيا جا گهڻي ۾ گهڻا ڪوڙهي موجود هئا. ڊاڪٽر برانڊ، رُٿ کي ويلور ۾ تربيت حاصل ڪرڻ جي دعوت ڏني.

1961ع ۾ رٿ هوائي جهاز جي ذريعي ڪراچي مان مدراس وئي. اتان هوءَ بس ۾ چڙهي ويلور وئي، جيڪو پالر نديءَ جي ڪناري تي هڪ وڏنڊڙ واپاري شهر هو. اتي دنيا ۾ مشهور ڪرسچين ميڊيڪل ڪاليج ۽ ڀارت جي هڪ وڏي ۾ وڏي اسپتال هئي، جيڪا 1900ع ۾ هڪ آمريڪي مشنري "ارا اسڪيوڊر" قائم ڪئي هئي.

رُٿ هر روز صبح جو ڪمند جي سرسبز ساوڻ کيتن جي پرسان پنڌ ڪندي، اسپتال جي مشهور ڪوڙهه جي بيماريءَ جي باري ۾ تحقيقاتي اداري ۽ ڪوڙهين جي ڀيهر آبادي ڪرڻ واري مرڪز ڏانهن ويندي هئي. رستي ۾ ڪيس هر هنڌ پولڙا ٽپا ڏيندي نظر ايندا هئا ۽ طوطا ناريل جي هڪ وڻ تان اُڏامندي ٻئي وڻ تي ويهندي ڏسڻ ۾ ايندا هئا. هن ڪوڙهه جي تشخيص ۽ علاج جي باري ۾ هر نئين ڄاڻ ۽ مهارت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن ڏڪڻ هندوستان ۾ پنهنجو وقت خوشي ۽ آرام سان گذاريو. هوءَ ڪيوڙي جي پتن ۾ رڪيل چانور ۽ مصالحيدار ٻاجيون ڏاڍي شوق سان کائيندي هئي، سائيڪل تي چڙهي ڪليل ڳوٺاڻن ميدانن ۾ پئي گهمندي هئي، نيڪ ۽ سٻاجهين پارتي عورتن سان ڪچهريون ڪندي هئي. ڇهن هفتن جي سخت سکيا حاصل ڪرڻ کانپوءِ هوءَ رنگين مندرن ۽ ناچ ڪندڙ ديوين جي سرزمين کي ڇڏي پاڪستان موٽي آئي.

رُٿ هڪ نئين جذبي ۽ اُتساهه سان ميڪلوڊ روڊ واپس آئي ۽ پنهنجي ڪم کي نئين سر ترتيب ڏيڻ لڳي. مريضن جي صحيح داخلا ڪرڻ ڏانهن ڌيان ڏنو ويو ۽ انهن جي بيماريءَ جو احوال ۽ ان جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ ضروري سمجهيو ويو. ساڳي وقت ليبارٽري جاچ پڙتال جو ڪم شروع ڪيو ويو. عبدالرحمان نالي هڪ ڪوڙهي کي، جيڪو اتي علاج هيٺ هو ۽ جنهن جا هٿ ڦڏا ٿي ويا هئا، مائيڪرو اسڪوپ کي استعمال ڪرڻ جي سکيا ڏني وئي. هو ان کان اڳ هڪ اسڪول ۾ استاد هوندو هو ۽ ان ڪالونيءَ جو اڪيلو مريض هو جنهن پنڻ کان انڪار ڪيو هو. ڊاڪٽر اقبال ياد، جيڪو ٽي بي سينٽر ۾ هڪ ماهر ڊاڪٽر هو مهرباني ڪندي عبدالرحمان کي ليبارٽري ٽيڪنيشن ڪورس ۾ داخلا ڏني؛ جيتوڻيڪ اتي جي ٻين اميدوارن ڌمڪي ڏني ته جيڪڏهن ڪلاس ۾ هڪ ڪوڙهيءَ کي ويهڻ جي اجازت ڏني وئي ته پوءِ ڪوبه اُميدوار ڪلاس

۾ حاضر نہ ٿيندو. نيٺ عبدالرحمان ڪورس جا ڇهہ مهينا ڪاميابيءَ سان پورا ڪيا ۽ واپس اچي اسپتال ۾ پنهنجو ڪم سنڀاليو. هو مائڪرو اسڪوپ پنهنجيءَ هنج ۾ جهلي ويهندو هو ڇاڪاڻ تہ هڪ جدا ميز رکڻ لاءِ اتي جاءِ نہ هئي.

انهن ڏينهن ۾ ڊاڪٽر پنهنجن اسپتالن ۾ ڪنهن بہ ڪوڙهيءَ جو علاج ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيندا هئا. هڪ شخص مظهر حسين جي پير ۾ جڏهن گئنگرين ٿي پئي، تڏهن جناح اسپتال جو هڪ سرجن ان جي جراحت ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو پر جيئن تہ مظهر حسين ڪوڙهيو هو، انڪري سرجن اها جراحت اسپتال جي مرده خاني ۾ ڪئي. پر جڏهن ان جراحت کانپوءِ مظهر حسين کي ٽٽنس جي تڪليف ٿي پئي تہ رٿ جي اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا. هوءَ هڪڙي اسپتال کان ٻي اسپتال تائين ڊوڙندي رهي تہ جيئن ڪٿان ڪا مدد ملي سگهي. نيٺ هوءَ سول اسپتال جي هڪ شعبي ۾ وئي ۽ هن جي زور ڀرڻ تي هڪ نائب ڊاڪٽر، مظهر کي داخلا ڏئي ڪيس ہٿي پاسي ورانڊي ۾ رهايو. مريض صحتياب ٿيڻ لڳو تہ نوجوان ڊاڪٽر کان اسپتال جي سپرينٽينڊنٽ ان غير قانوني ڪم ڪرڻ جو سبب پڇيو. جنهن جي جواب ۾ ڊاڪٽر جعفر علي هاشمي لکيو تہ، ”سائين، اوهان اهو پسند ڪريو ها تہ جيڪڏهن آئون ان مريض کي داخلا ڏيڻ کان انڪار ڪريان ها، جيڪو هڪ پرڏيهي خاتون پاڻ سان وٺي آئي هئي ۽ جنهن کي خبر هئي تہ ملڪ جي قانون مطابق، اهو هن جي مريض جو حق هو.“ ان جواب جي ڪري هن جي نوڪري بچي وئي، پر ڪيس هڪدم بدلي ڪري ڪراچي کان پري منگهوپير ۾ ميونسپالٽي جي ڪوڙهين واري مرڪز ڏانهن اُماڻيو ويو.

ٻين ڊاڪٽرن جي ابتڙ جن اڳي اُتي وڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو ڊاڪٽر هاشميءَ اتي ڪم ڪرڻ ۾ خوشي ڏيکاري ۽ ڊاڪٽر رُٿ کي عرض ڪيو تہ هوءَ ان پڳل ٽٽل اڏاوت کي ٺيڪ ٺاڪ ڪرڻ ۾ سندس

مدد ڪري. پوءِ ميڪلوڊ روڊ ۾ منگهو پير جي وچ ۾ هفتي ۾ ٻه ڀيرا اچڻ وڃڻ جو انتظام ٿيو. جنهنڪري اهو ادارو پيهر قائم ٿي ويو. ڊاڪٽر هاشميءَ پاڻ کي هڪ لائق منتظم ثابت ڪري ڏيکاريو.

اسپينسرس آئي هاسپيٽل جو هڪ اکين جي بيمارين جو ماهر ڊاڪٽر ايم. ايچ رضوي، انهن ٿورڙن ڊاڪٽرن مان هڪ هو جيڪو پنهنجيءَ اسپتال ۾ ڪنهن ڪوڙهيءَ کي داخلا ڏيڻ کان انڪار نہ ڪندو هو. هو اهو ڏسي حيران ٿي ويندو هو تہ رُٿ مريضن سان گڏ بس ۾ چڙهي لي مارڪيٽ ايندي هئي، جتان وري پنڌ ڪري اکين جي اسپتال ۾ پهچندي هئي. هوءَ اهو انڪري ڪندي هئي تہ جيئن مريض بينائيءَ کان محروم نہ ٿين.

پاڻ کي وقف ڪرڻ جو اهو جذبو ڏسي ڊاڪٽر زرينہ فضل پائي، 1962ع ۾ ميڪلوڊ روڊ ڏانهن ڇڪجڻ لڳي. چمڙي جي بيمارين جي ماهر، نفيس نازڪ ڊاڪٽر، جيئن ئي هڪ اونداهي شفاخاني ۾ داخل ٿي تہ رُٿ سمجهيو تہ هوءَ ڪنهن امير گهرجي "بيگم" صاحبہ آهي، جيڪا برياني ءَ چون بہ ٿي ديگون خيرات ۾ ڏئي هلي ويندي. پر زرينہ همٿ نہ هاري علاج ڪرائڻ لاءِ ڪيترائي مريض ايندا هئا. ان کان پوءِ هوءَ ٻاهرين ملڪن جي ڊاڪٽرياڻين جي گروهہ جي هر طرح سان ۽ هر قسم جي مدد ڪرڻ لڳي. سيئي عورتون هيون، سيئي جدا جدا ملڪن جون هيون، سيئي مختلف ٻوليون ڳالهائيندڙيون هيون، پر مسڪينن جي امداد ڪرڻ جي ڪم ۾ اهي سيئي هڪ هيون.

انهيءَ زماني ۾ انگلينڊ جي راڻي ايلزبيٿ II پاڪستان گهمڻ آئي هئي. هن سان گڏ اولهہ جي ملڪن جي اخباري عيوضين جو هڪ وڏو تعداد بہ گڏ هو. ڪراچي جي تجارتي شاهراهن تان لنگهندي، ڪي اخباري خاطو اتفاق سان ڪوڙهين جي ڪالونيءَ ۾ گهڙي پيا. ان واقعي کان ڪي هفتا پوءِ جرمني مان شايع ٿيندڙ هڪ ننڍڙي اخبار "بلڊ" ۾ هن

سرخيءَ هيٺ خبر ڇپي: "..... ۾ رات جو ڪوئن حملو ڪري ڏنو!" ان چرڪائيندڙ خبر ووزبرگ ۾ هرمن ڪوبر جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪايو. ڪوبر "ڪوڙهين جي امدادي انجمن" جو اڳواڻ هو. هن ان خبر کي پڙهندي ئي پاڪستان ۾ رٿ فاءِ جا پار پتا هٿ ڪيا ۽ هن کي خط لکيو ته: "اهو ڪيئن ممڪن آهي ته هڪ جرمن ڊاڪٽر ڪوڙهين جو علاج ڪري ٿي، پر ڪوڙهين جي مددگار انجمن کي ان جي ڪابه خبر نه آهي." ان جي جواب ۾ رُٿ هن تي ٽوڪ ڪندي لکيو ته: "اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو ته ڪوڙهه جي مريضن جو علاج ڪندڙ هڪ ڊاڪٽرياڻيءَ کي خبر ئي ڪانهي ته ڪوڙهه جي امداد جي ڪا جرمن انجمن به موجود آهي." ان جواب ملڻ تي جرمني مان ڏاڍي مروت ۽ لحاظ سان پڇيو ويو ته "اسين اوهان جي ڪهڙي گهرج جو پورائو ڪري سگهون ٿا؟" ان تي ميڪلوڊ روڊ جي شفاخاني جو فوٽو موڪليو ۽ لکيو ته اها گهربل سامان سڙي ۽ تربيت يافته عملي کان خالي آهي. اهو جواب ملڻ شرط وورزبرگ جي اداري هڪدم گهربل سامان ۽ هڪ تربيت يافته نرس، سسٽر ايلي موڪلي ڏني.

انهن ڏينهن ۾ اسرندڙ ملڪن ۾ پلائي جا ڪم ڪندڙ جرمن پادرين جي انجمن جي هڪ ٽولي ڪراچي ۾ آئي. ان انجمن جي عيوضيءَ رُٿ کان پڇيو ته "اوهين ڪا عمارت ڇونه ٿا جوڙيو؟ اُن جي جواب ۾ هن وراڻيو: آئون "پئسا ڪٿان آڻيان؟" هن ڪيس خاطري ڪرائي ته جرمنيءَ جا ماڻهو سندس امداد ضرور ڪندا. جنهنڪري هڪ نئين اميد پيدا ٿي. صدر جي علائقي ۾ ٻن منزلن وارو هڪ نرسنگ هوم هو جيڪو ان جي مالڪ ڊاڪٽر پنٽو کان خريد ڪيو ويو چاڪاڻ ته هو اتان لڏي انگلستان وڃڻ وارو هو. اها جاءِ خريد ڪرڻ لاءِ رقم جرمن انجمن ادا ڪئي.

ان شفاخاني جي، اتي جي رهاڪن جي ڏاڍي مخالفت هوندي به "ميري ايڊيلائيڊ ڊسپينسري"، طرفان 9 اپريل 1963ع، رات جي اونداهه ۾ پنهنجي نئين عمارت ۾ پهچي وئي. صبح جو پاڙي وارن کي جڏهن خبر

پئي تہ اهي اتي اچي گڏ ٿيا ۽ گندا بيدا، ٽماٽا، پٿر اڇلائي هٽڻ لڳا ۽ گاريون ڏيڻ لڳا.

نيٺ اهو جهيڙو عدالت ۾ پهچي ويو جنهن ڪي رُٿ ۽ زرينہ همت سان منهن ڏنو ۽ سندن فتح ٿي. ان فتح جي حاصلات ۾ دنيا جي مشهور معروف ڪوڙهہ جي بيماريءَ جي ماهرن جهڙوڪ: ڊاڪٽر پال براند، ڊاڪٽر اسٽينلي براٺون ۽ عالمي صحت جي اداري جي صلاحڪار ڊاڪٽر مڪلوي وڏي مدد ڪئي. عالمي صحت جي اداري جي صلاحڪار رُٿ کي صلاح ڏني تہ تون بند ٿي ويل "ميونسپل ليپريسي ڪنٽرول پروگرام" کي ٻيهر شروع ڪرڻ جي ڪوشش ڪر. انڪري جڏهن رُٿ ان پروگرام جي انچارج وٽ وئي، جنهن پان پئي چٻاڙيو ۽ جنهن جو پيٽ ٻاهر نڪتل هو تہ هن ٿهڪ ڏيندي رُٿ کي اهي شفاخانہ ڏيکارڻ جي دعوت ڏني، جيڪي سندس نظرداريءَ هيٺ هئا. انهن بند ٿيل ۽ ڪلف لڳل شفاخانن ۾ گهمندي، اتي جي چوڪيدارن ۽ پٽيوالن انچارج کان پڇيا ڪئي تہ هن سان گڏ اها خاتون ڪير هئي؟ اهو سوچيندي تہ جرمن عورت اردو ٻولي نہ سمجهندي، هن ڏاڍي فخر سان پان چٻاڙيندي وات مان لفظ ڪڍيا تہ: "هيءَ تہ منهنجي گڏي آهي!" رُٿ تہ هاڻي گهڻي قدر اردو ٻولي سکي وئي هئي، پر هن اهو ٻڌي ڪوبہ جواب نہ ڏنو ۽ خاموش رهي. هڪ ڀئي پيري مڪلوي، سوات واپس اچڻ کانپوءِ رُٿ کي سلطان محمد نالي هڪ شخص جو ڏس پتو ڏنو ۽ صلاح ڏني تہ هن کي ڪراچي گهرائي ڪوڙهہ جي ٽيڪنيشن جي تربيت ڏني وڃي. سلطان محمد هڪ نوجوان طبي ڪارڪن هو جيڪو سوات جي هڪ پهاڙي ڳوٺ پير بابا جي شفاخاني ۾ ڪم ڪندو هو. پير بابا جي درگاهہ دراصل اتر پاڪستان جي سيني ڪوڙهين لاءِ هڪ محفوظ ۽ امن واري جاءِ هئي. هنن مان ڪيترائي ڪوڙهي تہ هيٺ ڪراچي لهي آيا ۽ اتي پنڻ لڳا هئا.

سوات رياست جي فياضِ ۽ مهربان واليءَ اتي هڪ شفاخانو ٺهرايو هو جنهن جي چوڌاري ڪوڙهه جي مريضن لاءِ گهر ٺهيل هئا. مڪاوي سوات جي حاڪم عبدالحق جهانزيب ڪان سلطان محمد جي لاءِ اجازت وٺي ڇڏي هئي.

# سرحد جو سير

ڪراچي ۾ 1965ع ۾ ڪوڙهہ جي بيماريءَ جي مهارت حاصل ڪرڻ لاءِ جيڪو ڇهن مهينن جو پهريون ڪورس شروع ڪيو ويو هو ان ۾ سکيا حاصل ڪرڻ لاءِ سلطان محمد ڪراچي آيو. زرينہ جي مدد سان ان ڪورس جي نصاب جو خاڪو رُٿ تيار ڪيو ۽ ايميلسي اسپتال، ميونسپالٽي مان آيل اميدوارن جي هڪ مختصر ٽوليءَ ۾ سلطان محمد علي ڪي علم بدن، علم حيات ۽ ڪوڙهہ جي بيماريءَ جي ابتدائي سکيا ڏيڻ جي شروعات ڪئي وئي.

اڃا اهو ڪورس ختم ئي نہ ٿيو هو تہ پاڪستان ۽ ڀارت وچ ۾ جنگ شروع ٿي وئي. جرمن سفارتخاني رٿ کي صلاح ڏني تہ پاڪستان مان هڪدم نڪري وڃ. پر هن ائين ڪرڻ قبول نہ ڪيو. ڪراچي ۾ هوائي حملن جي گهگهن، رات جي اونداهين، گولين ۽ بمن جي ڌماڪن، سندس ذهن ۾ ٻي وڏي جنگ جي يادگيرين کي تازو ڪري ڇڏيو. اسپتال جي درين تي هڪدم پردا چاڙهيا ويا ۽ هنگامي حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ واريءَ جون ڳوٺيون گهرايون ويون. جيئن ئي بچاءَ جو اطلاع ڏيندڙ گهگهوءَ جو آواز شروع ٿيندو هو، اسپتال ۾ داخل سڀني مريضن کي اتان ڪڍي هڪ محفوظ هنڌ تي پهچايو ويندو هو جيڪو عمارت جي هيٺين حصي ۾ هو. اهي حملا جيترو وقت ٿيندا رهندا هئا، رُٿ مريضن سان گڏ اتي موجود هوندي هئي.

اها جنگ ست ڏينهن هلڻ ڪانپوءِ بند ٿي. پوءِ اسپتال ۾ مريضن جي سلسلي ۾ جيڪي ڪم رٿيا ويا هئا، انهن جي پوئواري ڪئي وئي. هاڻي اهو وقت اچي ويو هو جڏهن سرحدي علائقن جو دورو ڪري، اتي ڪوڙهه جي هڪ ٽيڪنيشن جيڪو ڪم شروع ڪيو هو ان جي نظرداري ڪئي وڃي.

انهن ڏينهن ۾ اسپتال جو انتظامي ڪم مدر ميري ٻوٿل ڏسندي هئي. رُٿ مدر ٻوٿل سان گڏجي هوائي جهاز ۾ پشاور وئي، ڪيس خاڪي رنگ جي شلوار قميص پهريل هئي، جنهن تي ننڍڙا گلابي گل چٽيل هئا ۽ مٿي ۽ ڪلهن تي ساڳي رنگ سان ملندڙ رنگ جو رئو پاتل هو. هنن جي پشاور ۾ پهچڻ جو اطلاع سلطان محمد کي اڳواٽ ئي ڏنل هو پر هوائي اڏي تي هو موجود نہ هو. هڪ ڊگهي انتظار ڪانپوءِ مدر ٻوٿل هڪ ٽانگي واري کي اشاري ۾ چيو تہ کين بازار ۾ وٺي هلي، جتان هنن کي پير بابا تائين وڃڻ لاءِ ڪا ٽئڪسي ملي ويندي، ٻئي عورتون ٽانگي جي پٺئين پاسي رستي ڏانهن منهن ڪري ويٺيون. رُٿ کي شلوار قميص پاتل هئي، جڏهن تہ مدر ٻوٿل کي گوڏن تائين گهاگهرو پاتل هو جيڪو ٽانگي جي هلڻ جي ڪري گوڏن کان مٿي کڄي پئي ويو. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو نوجوان پٺاڻ ڇوڪرا جيڪي سائيڪلن تي هئا، ۽ جن جون ڪشاديون قميصون ۽ وڏيون سٿڻيون هوا ۾ پئي اڏاميون، مدر ٻوٿل جي گول پنين کي ڏسي خوشيءَ وچان رڙيون ڪرڻ لڳا. اهو ڏسي رُٿ جو منهن لهي ويو. پر 60 ورهين جي پوڙهي آئرش ـ آمريڪن مدر ٻوٿل جيڪا قد آور ۽ ٿلهي متاري هئي، سرحد جي ان شهر جي انهن گهٽين ۾، جنهن جي ٻنهي پاسن تي وٺڪار هئي، نوجوان ڇوڪرن جي ان ڏيان کي ڏاڍي مزي ۽ دلچسپيءَ سان قبول ڪيو.

شهر جي بازار ۾ پهچي جڏهن هنن ڪنهن ٽئڪسيءَ جو انتظار پئي ڪيو تڏهن کين خبر پئي تہ اتي فقط اهي ٻہ عورتون هيون ۽ اتي

موجود سيني مردن هنن ڏانهن پٺي ڏنو. انهن ماڻهن ۾ ڪي هيبتناڪ منهن مهانڊن وارا ماڻهو به هئا، جن جي ڪلهن تي بندوقون لڙڪيل هيون. اوچتو رُٿ کي سلطان محمد ڏسڻ ۾ آيو جيڪو هنن ڏانهن اچي رهيو هو. جيئن ئي هنن جي هڪ ٻئي تي نظر پئي ته ٻنهي خدا جو شڪر ادا ڪيو ۽ جلد ئي سيئي هڪ بس ۾ چڙهي سوات روانا ٿي ويا.

اها بس پشاور جي سرسبز ۽ ساون کيتن واري واديءَ مان هلندي هڪ خشڪ ميدان جي پريان کهري جبل جي قطارن ڏانهن وڃڻ لڳي. بس جي هڪڙي پاسي ڪچي رستي جي پرسان وڏا وڏا جبل هئا ته ٻئي طرف غار هئا. مسافرن سان پريل اها بس جڏهن سوڙهي رستي تان هلندي ساڄي ۽ کابي پاسي لڏڻ لڳي ته مدر ڊوئل پنهنجي تسبيح ڪڍي سورڻ شروع ڪئي. رُٿ ويچاريءَ جو ته ساهه سڪي ويو ۽ هن کي پنهنجن ڪنن تي اعتبار ئي نه آيو جڏهن سلطان محمد ڏاڍي فخر سان پنهنجي ڳوٺ ۾ پهچڻ جو اعلان ڪيو.

اتي هڪ درگاهه جي لڳ رهائشي ڪمرن ۾ انهن ٻن غيرملڪي عورتن جي رهڻ جو بندوبست ڪيو ويو. البت هڪڙي تڪليف اها هئي ته اتي ڪوبه غسل خانو وغيره نه هو جتي هو غسل ڪري سگهن. البت ان لاءِ وهندڙ پاڻيءَ جا نالا هئا. اهڙيءَ ريت ان سهڻي ۽ وڻندڙ ماحول کي خراب ڪندي، رُٿ پاڻ کي ڏوهاري پئي سمجهيو.

ٻئي ڏينهن صبح جو جڏهن کين جاڳ ٿي ته عاليشان جبل جي چوٽين، انهن جي لهوارين تي، صنوبر ۽ ديال جي وڻن تي نظر ڦيرائيندي، هيٺ سبز چراگاهن ۾ رڍن کي چرندي ڏسي، رُٿ تي عبادت ڪرڻ وارو جذبو طاري ٿي ويو.

جلد ئي سوڪ نان کائڻ، گرم ۽ ٺهڪندڙ ٿهوي جي پيالي پيئڻ کانپوءِ هنن پنهنجو ڪم شروع ڪيو. سڄي ڳوٺ کي ڏٺو ويو. مردن، عورتن ۽ ٻارن جي تپاس ڪئي وئي، دوائون ڏنيون ويون، ۽ زخمن جي ملم

پٽي ڪٽي وئي. ان ڏينهن ٽڪائيندڙ ڏکهي وقت تائين ڪم ڪار ڪرڻ ڪانپوءِ جڏهن آرام ڪرڻ جي مهل آئي، تڏهن اتي جي چوڪيدار شمشير، انهن عورتن جي رهڻ واري ڪمري جي دروازي لڳ پنهنجي کٽ ريڙهي رکي ته جيئن ٻن مهمان عورتن جي سنڀال ڪري سگهي. اهو ڏسي ٻنهي، ميري ڊوئل ۽ رُٿ تي پاڪستان جي اهڙي مهمان نوازيءَ جو ڏاڍو اثر ٿيو. هنن ڏينهن جي وقت اهو به ڏٺو هو ته ڪيئن نه ڪين پري ڪان ايندي ڏسي ماڻهو پنهنجو نگاهون ٻئي پاسي ڪندا هئا. انهن هيبت ناڪ چهرن ۽ بندوقون کڻي هلندڙ پٺاڻن جو اهو لحاظ ۽ مروت بلڪل انهن تيز وهندڙ نهرن جي صاف ۽ شفاف پاڻيءَ جهڙي هئي، جيڪو سندن زرخيز زمين کي سيراب ڪري رهيو هو.

ڪجهه هفتا ترسڻ ڪانپوءِ رُٿ ڪراچي واپس آئي. هن کي ان ڳالهه جي ڏاڍي خوشي هئي ته ڇهن مهينن جي تربيت سٺي طرح سان ٿي هئي. جنهن مڪاني ڇوڪرن کي ان لائق ڪري ڇڏيو هو جو هو پنهنجو پنهنجو ڪم سٺيءَ ريت ۽ خاطريءَ سان ڪرڻ لڳا هئا. ان حقيقت کيس ڏاڍي خوشي ڏني ته هوءَ هڪ اهڙي جابلو ملڪ ۾ آزاديءَ سان گهمي ڦري هئي، جتي ڪابه عورت پنهنجي پيءُ يا مڙس بغير گهر مان ٻاهر نڪرڻ جو سوچي به نه سگهندي هئي. اتي هوءَ جتي به وئي، الڳ مردانن حجرن ڪان وٺي ڊپٽي ڪمشنر جي آفيس تائين، هن کي هر هنڌ عزت ۽ مان ڏنو ويو. هوءَ ان سرزمين سان محبت ڪرڻ لڳي هئي، جنهن کيس اهو احساس ڏياريو هو ته هوءَ پنهنجي ئي ملڪ ۾ آهي.

ڪراچي ۾ اچڻ ڪانپوءِ هن وٽ سوات جو هڪ ڳوٺاڻو آيو. هو پنهنجي ڳوٺ مان ان ڪري ڀڄي نڪتو هو ڇو جو سندس بزرگ ماڻهن ڳوٺ جي جرڳي ۾ هن کي مارڻ جو فيصلو ڪيو هو. هن جي جسم جي منحوس چٽن کي ڳوٺ وارن ڏسي ورتو. ان ڳوٺ ۾ ان جي پسگردائيءَ وارن ڳوٺن ۾ ڪوڙهيءَ جو مقدر موت هو.

ٽورن مهينن جي ڪامياب علاج ڪانپوءِ خاطري ڪندي ڪيس واپس پنهنجي ڳوٺ موڪليو ويو هو. ڪيترن ئي ورهين ڪانپوءِ جڏهن رُٿ ان ڳوٺ ۾ وئي تڏهن هوءَ ان شخص ڪي ڳوٺ جو چڱو مڙس ڏسي حيران ٿي وئي هئي. هن شادي ڪئي هئي ۽ ڪيس صحت مند ٻار به هئا. بيشڪ خداوند جا ڪم انوکا هوندا آهن. هن مرڪندي ويچاريو.

اهو علاج ڪرائڻ نه رڳو ٻهاڙي ڳوٺن ۾ مشڪل ۽ ناممڪن هو پر ڪراچي ۾ٻڻ، خاص ڪري انهن لاءِ جيڪي ڪچين آبادين ۾ رهندا هئا. ان ڳالهه جي معلوم ٿيڻ ڪانپوءِ 1963ع ۾ هڪ سرڪاري اسپتال جي ملازمن جي ڪواٽرن ۾ مليرڪلينڪ شروع ڪئي وئي. 1964ع ۾ لانڍي واري اسپتال هڪ وڻ جي هيٺان شروع ڪئي وئي، جيڪا پوءِ هڪ خالي ڪمري ۾ قائم ڪئي وئي. 1970ع جي ڏهاڪي جي شروعات ۾ جرمنيءَ مان آيل امداد جي ڪري نوان آزاد مرڪز کوليا ويا.

# جوتي جواهر

پاڪستان ۾ ڪوڙهہ جي مريضن جي امداد لاءِ جيڪي ماڻهو پنهنجي قيمتي بچت مان رقمون موڪلي رهيا هئا، اهي ڪي امير جرمن ڪونہ هئا، پر مسز شرينر جهڙا عام پورهيت شهري هئا. اها خاتون رُٿ سان ان وقت ملي هئي جڏهن هن ونٽر برگ اسپتال ۾ سکيا پئي حاصل ڪئي. ان وقت هوءَ الهڙ وهيءَ ۾ هئي. مسز شرينر هڪ ڳوٺ مان پنهنجن دوستن سان گڏجي ان شهر ۾ آئي هئي، تہ جيئن ان جي ويجهو برفاني ميدانن ۾ ٽينڊڙ راندين کي ڏسي سگهي. هُو جنهن بس ۾ اتي پهتا هئا، ان مان لهندي مسز شرينر جا پير کسڪي ويا ۽ هوءَ چوٽيءَ پر ويجي ڪري. ڪيس مٿي ۾ سخت ڌڪ لڳو. هن کي اسپتال داخل ڪيو ويو. جتي ڪيس ڪيترن هفتن تائين علاج ۽ آرام ڪرڻ جي هدايت ڪئي وئي. اسپتال ۾ شرينر جي اڪيلائپ کي ڏسي رُٿ ڪيس وندر خاطر هڪ ننڍڙو ريڊيو ڏنو. جڏهن هوءَ صحتمند ٿي اسپتال مان وڃڻ واري هئي تہ هن اهو ريڊيو رُٿ کي واپس ڏيڻ گهريو پر هن وٺڻ کان بنهہ انڪار ڪري ڇڏيو. پوءِ هنن، ڊاڪٽر ۽ بيمار ياڪر پائي هڪ ٻئي کان موڪلايو.

ڪيترائي سال گذرڻ کانپوءِ مسز شرينر ڪنهن اخبار ۾ ڊاڪٽر رُٿ جي باري ۾ خبر پڙهي، جيڪا جرمني کان گهڻو پري پاڪستان ۾ ڪم ڪري رهي هئي. نالو پڙهي هن جا ڪن کڙا ٿيا ۽ هن اخبار ۾ ڏنل

پٽي تي خط لکيو "ڇا توهان ساڳي اها رُٿ فاءُ آهين؟" هاڪاري جواب ملڻ تي مسز والتراڊ شرينر "ڪراچي جا دوست"، نالي هڪ ٽولي ٺاهي، جنهن سموري سئٽزرلينڊ ۾ سفر ڪري، اتي صوفن جو رس وڪڻي، اسڪولي ٻارن لاءِ ونڊر جون رانديون ڪرائي ۽ جشن ملهائي ننڍيون ننڍيون سوکڙيون جهڙوڪ: اوني بلئنڪيٽ وغيره گڏ ڪيا ۽ ان نعري تي پئسا جمع ڪيا ته "پاڪستان ۾ ڪوڙهه کي ملڪ نيڪالي ڏني پئي وڃي".

اهڙي ريت هنن تمام وڏي رقم گڏ ڪئي. جيڪا پوءِ پاڪستان ڏانهن موڪلي وئي. مسز شرينر جرمني ۾ ڪنهن بئنڪ جي معمولي ملازم هئي. جڏهن رُٿ کيس شڪر گذاريءَ جو خط لکيو ته هن ان جو جواب هن ريت ڏنو "اسين پاڪستان لاءِ جيڪا به ٿوري گهڻي خدمت ڪريون ٿا، ان جو صلو اسان کي حاصل ٿئي ٿو. اسان وٽ نه رڳو نوجوان آهن. جيڪي خدمت ڪرڻ گهرن ٿا پر بزرگ به آهن، جيڪي امداد ڏيڻ لاءِ تيار آهن. اهڙيءَ ريت اسين سڀئي ٿورو گهڻو حصو وٺي سگهون ٿا. حقيقت ۾ اسان کي تنهنجو شڪر گذار ٿيڻ گهرجي."

تنهنجي والتراڊ شرينر وري پئي پاسي مرياني هئي، جنهن کي 24 ورهين جي عمر ۾ پوليو جي بيماري ٿي پئي هئي ۽ هوءَ هڪ ڦرندڙ ڪرسيءَ تي هلي سگهندي هئي. هن فزيوٿراپسٽ جي سکيا حاصل ڪئي هئي. 1968ع ۾ رُٿ جڏهن پهريون ڀيرو پنهنجي ملڪ ۾ وئي هئي، تڏهن هن کيس هڪ خاص موٽر ڪار ۾ سڄي ملڪ ۾ گهمايو هو. رُٿ جي ماءُ کيس وٺڻ لاءِ هوائي اڏي تي آئي هئي ۽ پوءِ اهي سمورا ڏينهن ساٿس گڏ هئي. جڏهن رُٿ ماڻهن کي پردن تي مريض ڏيکاري ۽ تقريرون ڪري، پاڪستان جي "ليپريسي ڪنٽرول پروگرام" لاءِ امداد حاصل ڪري رهي هئي. اهڙن موقعن تي مرد خواهه عورتون رُٿ جي ڪراڙي ماءُ کي مبارڪون ڏينديون، جڏهن سندس ڪن ۾ حيرت ڀريل آواز سان چوندا هئا "واهه واهه توهان واقعي عظيم ماءُ آهيو، جو توهان رُٿ جهڙي ڇوڪريءَ کي پالي

وڏو ڪيو آهي،" تڏهن هوءَ شرم وچان ڳاڙهي ٿي ويندي هئي. پر دل ئي دل ۾ هوءَ خدا جا شڪرانا ادا ڪندي هئي، جو ڪيس رُٿ جي ماءُ جي حيثيت ڏني وئي هئي.

رُٿ جي وڏي ڀيڻ آرمگارڊ جيڪا هن کان ٻه سال وڏي هئي ۽ جنهن قانون جي تعليم حاصل ڪئي هئي، 1971ع ۾ پاڪستان پهچي وئي، تہ جيئن پاڪستان جي ان معزز وڪيل اي.ڪي بروهي سان گڏجي رُٿ فاءُ جي قانوني مدد ڪري، جنهن تي ايم.اي.ايل.سي تي قبضي ڪرڻ جي ڪري هڪ جوشيلي يونين اڳواڻ عدالت ۾ مقدمو داخل ڪيو هو. آرمگارڊ جيڪا ننڍي هوندي رُٿ جي مخالف ڀيڻ هوندي هئي، پوءِ سڄا سارا ست سال پاڪستان ۾ رهي ۽ مريضن ۽ عملي جي ڀلائيءَ وارن رٿائن ناهڻ، خاص طور گهرن ٺاهڻ واري مشهور رٿا ۾ مدد ڪئي، جنهن لاءِ هڪ جرمن صنعتڪار ريڪسرات امداد ڏني هئي.

امداد جي انهن ڪمن ۾ پاڪستان جي مردن خواهہ عورتن بہ دل سان حصو ورتو. انهن ۾ هڪ بيگم جسٽس فيروز نانا هئي. هُن کي جڏهن اها خبر پئي تہ مظهر حسين پنهنجي ماءُ سان ملڻ لاءِ پارت وڃڻ گهري ٿو تہ جيئن ڪوڙهہ جي بيماريءَ مان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ واري خوشيءَ ۾ ماءُ بہ شريڪ ڪري، تہ بيگم صاحبہ ماٺ ميٺ ۾ هن کي سفر جو سمورو خرچ ڏنو. بيگم صاحبہ جي ڌيءَ پروفيسر انيتا غلام علي وڏي هوندي تعليمي ماهر سمجهي وئي ۽ پوءِ پنهنجي صوبي ۾ تعليم کاتي جي زوير بہ ٿي. هوءَ ڪٿي ڪيترو بہ مصروف ڇو نہ هجي پر ايم.اي.ايل.سي ۽ ان جي مريضن لاءِ هميشہ وقت ڪڍندي آهي.

ڊاڪٽر زرينہ فضل ڀائي، جنهن ۾ سماجي ميڙاڪا ڪرائڻ، سرڪاري عملدارن ۽ وڏن وڏن صنعتي ادارن جي واسطيدارن سان ملاقات ڪرڻ جي فطري صلاحيت آهي، تہ جيئن ايم.اي.ايل.سي جي لاءِ هنن جي مدد حاصل ڪري سگهي. هن خاتون پنهنجي سموري خاندان کي ان خير

جي ڪم سان لڳائي ڇڏيو. هن جو پٽ ڪوڙهه جي مريضن کي ٽيوشن ڏيندو هو ڏيءَ اسپتال جي لکپڙهه واري ڪم ۾ مدد ڪندي هئي ۽ خوش مزاج اڪبر فضل ڀائي وري دانهون ڏيندو رهندو هو ته ايم.اي.ايل.سي وارا سندس سهڻي زال کي چورائي ويا آهن.

زرينه جي بي وقت موت نه رڳو هن کي سندس پيار ڪندڙ خاندان پر ايم.اي.ايل.سي ۽ هزارين ڪوڙهه جي بيمارن کان پڻ ڇني ڌار ڪيو جن جو هوءَ ڏاڍي پيار سان علاج ڪندي ۽ خيال رکندي هئي.

جڏهن ڪن چغل خورن اهو الزام هنيو ته اهي ٻاهريان ماڻهو هتان جي ماڻهن کي پنهنجو مذهب ڇڏي عيسائي ٿيڻ جي ترغيب ڏين ٿا، تڏهن زرينه ئي هئي، جنهن سيني کي ٻڌايو ته "آئون سالن کان هنن سان گڏ ڪم ڪندي آئي آهيان. آئون مسلمان هيس، مسلمان آهيان ۽ مسلمان ئي رهنديس. هنن ڪڏهن به مون کي پنهنجي مذهب ڇڏڻ لاءِ نه چيو."

ڊاڪٽر زرينه فضل ڀائي مارچ 1999ع ۾ گذاري وئي. صفيه خان نالي سندس هڪ ساهيڙي هئي، جيڪا ممبئي يونيورسٽيءَ جي گريجوئيٽ هئي ۽ هن انگلستان مان انگريزي ٻوليءَ ۾ ڊپلوما ڪيو هو. هن ڪراچي جو مشهور نيو ٽائون گرلس سيڪنڊري اسڪول قائم ڪيو هو ۽ اُن جي پرنسيپال هئي. جڏهن ان اسڪول کي قومي ملڪيت ۾ ورتو ويو تڏهن صفيه خان اسڪول ڇڏي ايم.اي.ايل.سي جي ٽوليءَ ۾ شامل ٿي وئي. پوءِ هوءَ هڪ اسڪول کان ٻئي اسڪول ۾ ويندي هئي، جتي سلائيڊ شو ۽ تقريرون ڪندي هئي. هن اسڪولي ٻارن جون رانديون ڪرائي اسپتال لاءِ چندو گڏ ڪيو هو. هوءَ 1984ع ۾ پنهنجيءَ وفات تائين هڪ اڻٿڪ جذبي سان ڪم ڪندي رهي.

زرينه ۽ صفيه خان جو ڇڏيل ورثو ختم نه ٿيو آهي، پر اهو جاري آهي. ڇاڪاڻ ته هنن ڪانپوءِ پاڪستان جي ڪيترين ئي لائق ۽ سگهڙ

عورتن اڳتي اچي نہ رڳو ڪوڙهہ جي بيماريءَ کي ختم ڪرڻ ۾ پر سلهہ جهڙي موذي مرض کي قبضي هيٺ آڻڻ ۽ اکين جي بيماريءَ لاءِ پڻ ايم.اي.ايل.سي جي ڪوشش ۾ هٿ ونڊايو آهي. ان جي گورننگ بورڊ جا ميمبر پروفيسر رابعہ حسين جهڙي سائنسدان، ڊاڪٽر برناڊيٽ ڊين ۽ غزالہ احمد جهڙا تعليمي ماهر ۽ سڄي سماءَ جي ادارن جا واسطيدار آهن. انهن ۾ مشهور سماجي ڪارڪن شيرين رحمت الله بہ شامل آهي.

جڏهن رٿ 1966ع ۾ پيو پيرو سوات جي سفر تي وئي تہ بيلجيم جي رهاڪو هڪ ٿلهڙي ۽ کل مُک نرس جينائن جينس بہ ساڻس گڏ هئي. هوءَ 1962ع ۾ ان ٽوليءَ ۾ شامل ٿي هئي. پوءِ 1963ع ۾ جڏهن اسپتال نئين عمارت ۾ منتقل ٿي تڏهن جينائن کي اتي پهرين ميٽرن مقرر ڪيو ويو. هن اتي ڏاڍي محنت سان نرسنگ جي خدمت جي تنظيم ڪئي. اسپتال جڏهن نئين عمارت ۾ منتقل ٿي تہ ان جي ٻئي ڏينهن هڪ شخص ان نئين اسپتال کي ڏسڻ لاءِ اتي آيو. جينائن هن کي اسپتال جا وارڊ ڏيکارڻ لڳي. اهو شخص هڪ نوجوان پارسي هو جنهن جو نالو خرسگار هو. وارڊن ۾ گهمندي هو اوچتو هڪ هنڌ بيهي رهيو ۽ ميٽرن جينائن کان پڇڻ لڳو: "پر وارڊن ۾ بسترا تہ ڪونہ ٿا ڏسجن." جينائن اهو ٻڌي ڏاڍي سادگيءَ سان جواب ۾ چيو تہ: "ان باري ۾ اڃا اسان نہ سوچيو آهي." ٻئي ڏينهن ان شخص جي طرفان اسپتال جي لاءِ 12 نون بسترن جو تحفو پهچي ويو.

# هڪ غار ۾ جهاتي

رُٿ ۽ جيناڻ راولپنڊي کان سوات ڏانهن ويندي رستي تي هڪ بورڊ ڏٺو جنهن تي لکيل هو: ”ڊائريڪٽر هيلٿ سروسز آزاد ڪشمير ۽ نادرن ايريا“ بورڊ ڏسي ٻئي ان اداري جي انتظامي سرشتي کي ڄاڻڻ لاءِ اتي ويون. اهو ڊائريڪٽر اي.يو احمد هو. جيڪو هڪ شريف ۽ همدرد انسان ثابت ٿيو. رُٿ ۽ جيناڻ کي جڏهن خبر پئي ته ان سڄي علائقي جي ننڍين اسپتالن ۾ اوائلي طبي امداد ڏيندڙ ڪارڪنن جو هڪ وڏو تعداد موجود آهي، ته هتن انهن کي ڪوڙهه جي بيماريءَ جي علاج ڪرڻ جي سکيا ڏيڻ جي پيشڪش ڪئي، ڇاڪاڻ ته هنن ڪراچي ۾ ڪيترائي اهڙا مريض ڏٺا، جيڪي انهن علائقن مان علاج لاءِ اتي آيا هئا. اي.يو احمد ان تجويز کي پسند ڪندي اجازت ڏني. پوءِ اتان ان چڻن جي هڪ ٽوليءَ کي ڪوڙهه جي بيماريءَ جي سلسلي ۾ مهارت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪراچي موڪليو ويو. ان ٽوليءَ ۾ محمد اشرف ۽ سيد تصدق حسين گيلاني نالي ٻه ڪشميري ڇوڪرا به شامل هئا. اهڙيءَ ريت هڪ غير سرڪاري اداري، ميري ايڊيلائيڊ ليپرسي سينٽر ۽ سرڪاري صحت کاتي جي وچ ۾ هڪ بي مثال شراڪت جي شروعات ٿي، جنهن کي عالمي ادارن وٽان امداد ملندي هئي.

وري جڏهن رُٿ ۽ جيناڻ 1979ع ۾ آزاد ڪشمير ويون تڏهن محمد اشرف ۽ سيد تصدق، جن ايم.اي.ايل.سي ڪراچي ۾ سکيا حاصل

ڪئي هئي، سندن رهنمائي ڪئي.

عباس پور جي ويجهو هو سيئي هڪ سوڙهي جابلو پيچري تان وڃي رهيا هئا ته اوچتو رُٿ هڪ هنڌ ترڪي پئي ۽ پٿريلي سخت زمين تي ڪري پئي، جنهنڪري ڪيس مُري ۾ ڏڪ لڳو ۽ اهو مڙي پيو. ڪيس اٿارڻ لاءِ سيئي هن ڏانهن ويا. رُٿ اٿندي پنهنجي اوسي پاسي ڏٺو ته سامهون هو بيٺو هو. هن جي خسري شڪل تي هن جون ٻه اکيون ڦاٽيون پيون هيون. هن غار مان ٻاهر جهاتي پاتي. حيرت ۾ هڪٻئي ڏانهن ڏٺو. رُٿ کي پنهنجي سُڃيل مُري جو سور وسري ويو ۽ هوءَ اشرف جي مدد سان غار ڏانهن وڃڻ لڳي. اهو ماڻهو ڪوڙهي هو ۽ هن کي تيز بخار هو. هن جي مٿي ۾ ليکون هيون ۽ وارن ۾ مٽي ڄمي پئي هئي ۽ ڪپڙا ليڙون ليڙون ٿيا پيا هئا. اِن ماڻهو کين ٻڌايو ته ڪوڙهه جي ڪري سندس مائٽ هُن کي اتي ڇڏي ويا هئا.

بخار ۽ جسم ۾ پاڻيٺ جي گهٽتائيءَ جي ڪري هو هلي به نه پئي سگهيو. اشرف ۽ تصدق ويجهو ئي هڪ ڳوٺ مان ڪَٿَ ڪٽي آيا، جنهن تي هن کي ڪٽي جيپ تائين پهچايو ويو. عباس پور ۾ قائم ڪوڙهه جي طبي مرڪز ۾ جينائن پنهنجي مهارت ڏيکاريندي ٻين چوڪرن جي مدد سان هن کي وهنجاريو. پوءِ هن کي جيپ ۾ راولپنڊي وٺي ويا، جتي ڪيس ڪوڙهين جي اسپتال ۾ علاج لاءِ داخل ڪرايو ويو. اها اِسپتال پنجاب ۽ سرحد جي هزاره ڊويزن ۾ ڪوڙهين جو علاج ڪندڙ هڪ غير سرڪاري اداري ۾ قائم ڪئي هئي، جنهن جي امداد جرمن رضاڪارن جو هڪ مخلص گروهه ڪندو هو. هاڻي انهن ٻنهي ادارن جي وچ ۾ هڪٻئي سان سهڪار ڪرڻ جي شروعات ٿي چڪي هئي.

راولپنڊي ڏانهن ويندي هنن کي خبر پئي ته اهو ماڻهو گهر گهاٽ ۽ ٻارن ٻچن وارو هو ۽ هن جي خاندان ۾ اهڙن ستن ڄڻن جي سڃاڻپ ٿي چڪي هئي، جن ۾ ڪوڙهه جون شروعاتي علامتون صاف ظاهر هيون. ان

مان اها ٻـ خبر پئي تـ اتي اها وچڙندڙ بيماري موجود هئي. انڪري گهر جي سيني ياتين جي تپاس ڪئي وئي. البت گهر جي وڏي کي نـ تپاسيو ويو. علاج ڪندڙ جڏهن ٻـ هن جي پڇا ڪندا هئا، تڏهن کين جواب ملندو هو تـ هو متي جبل تي ٻڪريون چارڻ ويو آهي.

راولپنڊي ۾ ان ماڻهوءَ جو علاج ٿيو ۽ هو صحتياب ٿي پنهنجي خاندان ڏانهن موٽي ويو ۽ هنن سان گڏ رهڻ لڳو.

1980ع ۾ هڪ ٻيو اهڙوئي واقعو اترين ايراضين واري علائقي ۾ ٿيو جڏهن گلگت کان ٿوري فاصلي تي ڳوٺن جو سروي ڪندي، هڪڙي ڳوٺ ۾ سروي ڪندڙ ٽوليءَ کي محسوس ٿيو تـ ڳوٺ وارا سهڪار ڪرڻ کان لهرائي رهيا هئا. هڪ پيچري تان ويندي، هنن هڪ ڇوڪريءَ کان پڇا ڪئي تـ ڳوٺ ۾ ڪو اهڙو ماڻهو آهي، جيڪو ڪوڙهـ جي بيماريءَ ۾ ڦاٿل هجي. ان ڇوڪري جواب ۾ متي جبل جي هڪ غار ڏانهن اشارو ڪيو. ٽوليءَ وارا جبل جي اُڀي چاڙهي چڙهي سهڪندا، ۽ وڏا وڏا ساهـ کڻندا، ان هنڌ پهتا. غار جي منهن تي پٿرن جي هڪ مضبوط پٽ ٺهيل هئي. ڇوڪريءَ هنن کي ٻڌايو تـ ان غار ۾ هڪ ڇوڪري رهيل آهي.

گلگت جي رهاڪو ۽ نوجوان طبي مددگار عبدالله، هٿ اڳتي وڌائي رُٿ کيٰ جبل تي چڙهڻ ۾ مدد ڪئي. هن اتي پهچي پنهنجو هٿ غار ۾ وڌايو. هڪ نرم نازڪ هٿ سندس هٿ کي سوگهو جهليو. رُٿ هوريان هوريان ٽپ ڏئي غار ۾ وئي. اندر اوندهـ ۽ گپ هئي. انساني غلاظت جي بدبوءِ هن جي ناسن ۾ گهڙي وئي. ايتري ۾ هن آڏ اونداهيءَ ۾ هڪ ايري ۽ ڪمزور ڇوڪريءَ کي ڏٺو جنهن جو نالو آدينا هو ۽ هوءَ 14 ورهين جي مس هئي. هوءَ ان اونداهيءَ غار ۾ ليڙون ليڙون ٿيل ڪپڙن ۾ ويٺي هئي ۽ ٿڌ يا شايد ڊپ جي ڪري ڏڪي رهي هئي. رُٿ اهو ڏسي پنهنجو اوني ڪوٽ لاهي ان ڇوڪريءَ کي ويڙهيو تـ ڇوڪري ڳوڙها ڳاڙيندي، ٽپ ڏئي رُٿ جي ٻانهن ۾ هلي آئي. ڦاٿل ۽ گندن ڪپڙن جي هيٺان هن جي چمڙيءَ تي

ڪوڙهہ جا چٽ صاف ڏسڻ ۾ اچي رهيا هئا. طبي ڪارڪنن هن کي غار مان ٻاهر آندو. پوءِ ان ڇوڪري کي سندس مائٽن وٽ وٺي ويا، پر هنن ڇوڪريءَ کي وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. هنن کي اعتبار ئي نہ پئي آيو تہ دوائن جي واپرائڻ سان ڪوڙهہ جي بيماري ختم ٿي ويندي. گهڻي ڪوشش ڪرڻ کانپوءِ عبدالله بيزار ٿي پنهنجو فيصلو ٻڌايو تہ "ڇوڪريءَ کي آئون وٺي ويندس؟" اهو ٻڌي رُٿ هن کان پڇيو تہ: "تون ڪيڏانهن وٺي ويندين؟" "اسين پنهنجي گهر ۾ ست ٻاتي آهيون. هڪ وڌيڪ ٻاتي اچڻ جي ڪري ڪوبہ فرق نہ پوندو." هن ڏاڍي اعتماد سان جواب ڏنو.

آدينا جو مڪمل علاج ڪيو ويو جنهن ڪانپوءِ عبدالله جي ننڍي ڀاءُ سان هن جي شادي ڪئي وئي. هينئر اها ڇوڪري ڇئن صحتمند ٻارن جي فخر ڪندڙ ماءُ آهي.

ان واقعي کان ڪي ورهيہ پوءِ، جڏهن رُٿ کي عبدالله جي اوچتي وفات جي خبر پئي تہ هوءَ ڳوڙهن ڳاڙڻ کانسواءِ رهي نہ سگهي. هو هر سرڪاري ڪم ۾ سندس مددگار رهيو ۽ هڪ بي مثال ساٿي هو. رُٿ اهو ڏينهن ياد ڪيو جڏهن هو ڪوڙهہ جي علاج جي سکيا وٺڻ لاءِ ڪراچي آيو هو ۽ جڏهن اترئين علائقي ۾ هن سان گڏ سرزمين تي مريضن کي ڏسڻ وئي هئي ۽ جڏهن سياري جي برف باريءَ ٿيڻ کان ڪي ڏينهن اڳ آدينا کي هڪ غار مان ٻاهر آندو ويو هو.

آدينا جي ڪهاڻي تي پوءِ پاڪستان ٽيليويزن هڪ ڊرامو نشر ڪيو جنهن ۾ آدينا جو ڪردار ٽيليويزن جي مشهور اداڪار رومي بانوءَ کي ڏنو ويو هو. جنهن بعد ۾ ان ڪردار کي پنهنجي اداڪاريءَ جو هڪ يادگار رول چيو هو.

هڪ طرف جيڪڏهن آدينا پنهنجي ننڍپڻ جا ٻہ قيمتي ورهيہ پاڪستان جي هندوڪش جبلن جي هڪ اونداهي غار ۾ گذاريا هئا، تہ انهن ئي جبلن جي ٻئي طرف افغانستان ۾ ذڪيہ ساڳي حالت ۾ هئي، پر

هُن جي قسمت سٺي نہ هئي، البت اها رُٿ هئي جنهن هن کي هڪ ڏکهي پيڙا مان آزاد ڪرايو. رُٿ جيڪا پاڪستان ۾ دکي انسانذات جي خدمت ڪرڻ لاءِ آئي هئي. هوءَ ان ساڳئي مقصد سان پهريون ڀيرو 1983ع ۾ پاڙيسري ملڪ افغانستان وئي هئي.

1979ع ۾ افغانستان تي سوويت روس جي حملي ڪانپوءِ پاڪستان ۾ لکين افغان مهاجر گهڙي آيا. انهن مان ڪيترن ماڻهن ۾ پراڻي ڪوڙهہ جون نشانيون صاف ظاهر هيون.ان مان معلوم ٿيو تہ اها بيماري ان ملڪ ۾ پکڙيل هئي، جتي جنگ لڳي پئي هئي. مجاهدن جي هڪ گروهہ ان لاءِ امداد ڪرڻ واسطي رُٿ تائين رسائي حاصل ڪئي. رُٿ ان باري ۾ ٻن افغانين جسن ۽ مبارڪ سان صلاح ڪئي. انهن ٻنهي ڪراچيءَ ۾ پنهنجو ڪوڙهہ جو علاج ڪرائڻ ڪانپوءِ اتي ڪوڙهہ جي طبي ڪارڪنن واري سکيا حاصل ڪئي هئي. رُٿ کي تہ ڪوڙهہ جي بيماريءَ جي سلسلي ۾ پاڪستان جي حڪومت جو وفاقي صلاحڪار مقرر ڪيو ويو هو. انڪري هن ملڪ جي صدر سان ملاقات ڪري افغانستان وڃڻ جي اجازت گهري، جيڪا کيس ڏني وئي.

رُٿ اجازت حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ پاڻ کي هڪ هيڊي رنگ جي برقعي ۾ لڪائي، هڪ ڳاڙهي ٽويوٽا لينڊ ڪروزر تي چڙهي پئي، جيڪا هڪ افغان مجاهد هلائي رهيو هو. هنن رات جي اونداهہ ۾ ڪوئيٽا جي گهٽين ڳلين مان نڪري، سج اڀرڻ کان اڳ افغانستان جي سرحد اُڪري پار ڪئي. افغانستان جي خشڪ ٺوڙهن جبلن ۾ ٻن ڏينهن جو سفر ڪندي، ڪٽلين جون ڪٽليون ٿهوو پيئندي ۽ رستي تان زردالو کٽي کائيندي، اهي وچ افغانستان ۾ مجاهدن جي هڪ مضبوط ڳڙهہ هزارا جٽ پهچي ويا.

اتي ويجهن ڳوٺن جي سروي ڪندي هنن جي هڪ ڳوٺاڻي سان ملاقات ٿي، جنهن جي ڪوڙهہ جو علاج ڪراچيءَ ۾ ٿيو هو. هن کي شڪ

هو ته اها ڇوڪري جنهن کي ڪوڙهه جي بيماري ٿي هئي ۽ جنهن کي سندس ماءُ پيءُ مري ويل سڏيو هو اصل ۾ جيئري هئي ۽ ڪنهن هنڌ ڳوٺ ۾ لڪي پئي هئي. هُن ننڍڙيءَ ٿي ٿهيل ان گهر ڏانهن به اشارو ڪيو جنهن بعد رُٿ جي ٽولي مٽي پٿرن جي ٺهيل گهر ڏانهن وئي. جتي ڇوڪريءَ جي ماءُ هنن کي ملي، جنهن کي پڻ شروعاتي ڪوڙهه هو. هنن ڪانئس ڇوڪريءَ جي باري ۾ پڇا ڪئي ۽ هن ساڳيو جواب ڏنو ته هوءَ جيئري نه آهي.

ڪوڙهين جو مددگار مبارڪ، اهو ڀڳل گهر اندر چوپاين جي وٿاڻ ۾ هليو ويو. ڇوڪري اتي هڪڙي ڪنڊ ۾ ڪرونڊڙي لڳي ويٺي هئي. مبارڪ رڙ ڪري رُٿ کي سڏيو. هن جو آواز ڀوائتو هو. تڙ تڪڙ ۾ رُٿ ان طرف وئي. وٿاڻ ۾ اونداهه ۽ بدبوءِ پکڙيل هئي. رُٿ اڳتي وڌندي وئي ته جيئن ڇوڪريءَ کي چڱيءَ طرح ڏسي سگهي. هن پنهنجي زندگيءَ جو وڏو عرصو ميڪلوڊ روڊ جي لولن لنگڙن فقيرن کي ڏسندي گذاريو هو پر وچ افغانستان جي ان وٿاڻ ۾ هن کي جيڪي نظر آيو اهو هڪ اهڙو ڇچڙيل انساني چهرو هو جنهن کي ڏسڻ جو هوءَ تصور به نه ٿي ڪري سگهي. اهو چهرو هڪ اهڙيءَ عورت جو هو جنهن جي اکين جا ڏوڏا ٻاهر نڪري آيا هئا. اهي ڳاڙها هئا ۽ انهن مان اُلا پئي نڪتا. هن جو نڪ سڄو ڳري سڙي ڪري پيو هو. هن جي وات جي ڇچڙيل پاسن مان ڳگهن جا ريگاڙا پئي ڪريا. هن جي آواز تي به بيماريءَ جو اثر ٿيو هو جيڪو گهٽيل هو ۽ جنهن جا صرف ٽڪا ٻڌڻ ۾ پئي آيا. جڏهن مبارڪ ان عورت کي ٻڌايو ته هاڻي سندس علاج ڪيو ويندو ته هن پنهنجي آڱريان رکيل دوائون ڪٽي هن جي منهن ۾ اڇلائي هنيون ۽ رڙ ڪري چيو: "اوهين هينئر آيا آهيو! جڏهن..." ان عورت کي قائل ڪرڻ لاءِ هن کي هڪ ڪلاڪ لڳي ويو. مبارڪ فارسي ٻوليءَ ۾ هن کي سمجهائيندو رهيو ته تنهنجو علاج ڪرڻ ضروري آهي. نيٺ هو ڪيس ان اونداهي وٿاڻ مان ٻاهر ڪڍي آيا، پر هن جي ماءُ پڙ ڪيڍي بيهي رهي. هوءَ اجازت ئي نه پئي ڏئي. هن جون پيون به

ڏيئرون هيون. جيڪڏهن ان ڪوڙهہ جي بيمار کي هن پنهنجي گھر ۾ رهڻ ڏنو تہ ڪو بہ سندس ڀين چوڪرين سان شادي نہ ڪندو. البت هڪڙي راهہ بچي هئي تہ ذڪيہ کي برقعو پارائي ڪراچي ۾ آندو وڃي. پوءِ بہ هن جي ڀڄبوءِ جي ڪري ڊرائيور ان وقت تائين گاڏي نہ هلائي سگھندو جيستائين هوءَ هن کان پري ڪنڊ ۾ رکيل سامان وٽ نہ ويهندي.

نيٺ هن کي علاج لاءِ اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو. اتي هوءَ رُٿ ڪانسواءِ ڪنهن بہ ٻئي کي پنهنجي ويجهو اچڻ نہ ڏيندي هئي. البت جڏهن هڪ پراڻي نرس رضيہ هن کي ٻڌايو تہ هوءَ بہ هن وانگر شيعاڻي آهي، تڏهن ذڪيہ هن کي اجازت ڏني تہ کيس وهنجاري ۽ وارن ۾ ڦڻي ڏئي. باقي رضيہ هن جا ننهن لاهي نہ سگھي، ڇاڪاڻ تہ اهي هڏا ئي ڪين. هن جا هٿ ۽ پير ڪٽن جهڙا ٿي ويا هئا.

ٿورن ئي مهينن اندر دوائن جي وسيلي ذڪيہ جي ڪوڙهہ جي تڪليف گھٽجڻ لڳي. پر 20 ورهين جي لاپرواهيءَ جي ڪري هن جي جسم کي جيڪو نقصان پهتو هو اهو بنهہ لاعلاج ٿي چڪو هو. هوءَ اجا ڇهن ورهين جي مس ٿي هئي تہ ڳوٺ وارن کي ٻڌايو ويو هو تہ هوءَ مري وئي آهي.

هڪ آسٽريليائي سرجن ڊاڪٽر گريس وارن بہ، جيڪا 1967ع کان ايم.اي.ايل.سي اسپتال ۾ ايندي رهندي هئي، آپريشن نہ ڪري سگھي. نتيجو اهو نڪتو جو هن کي نفسياتي دورا پوڻ لڳا. جنهن ڪري هوءَ هر هڪ سان وڙهندي هئي وهاڻا ۽ چانهہ پيئڻ جا پيالا اڇلائي، آرسيون ۽ هٿ ڌوئڻ جون گينديون پيچي پورا پورا ڪندي هئي. وچ وچ ۾ هوءَ خوش خوش نظر ايندي هئي ۽ لڪي، بورچي خاني ۾ وڃي ميوا ۽ ٻيون کاڌي جون شيون کڻي ايندي هئي ۽ اسپتال ۾ گھمندي ساٿي مريضن ۾ ورهائيندي هئي. شام جو هوءَ اسپتال جي ڇت تي چڙهي ويهندي هئي ۽ شهر جي پريان آسمان ڏانهن پئي نهاريندي هئي. هوءَ ڪيترائي ڪلاڪ

اتي ويٺي هوندي هئي يا وري هيٺ لهي وڃي ٽيليويزن ڏسندي هئي ۽ ريسلنگ جي پروگرام ۾ ماڻهن کي وڙهندي ڏسي خوشيءَ وچان ٻانهن جي ڪتن سان تاڙيون وڄائيندي هئي يا وري راڳ جي راڻي نورجهان جا عشقيه پنجابي گيت ٻڌي پئي جهومندي هئي.

1999ع ۾ ذڪيه ايم.اي.ايل.سي جي معذورن واري شعبي ۾ گذاري وئي. اهو شعبو منگهوپير ۾ ان اسڪول ۽ زردوزيءَ جي مرڪز جي لڳ هو جتي سسٽر جيناٿن، شاگرد ۽ رضاڪار هن وٽ ويندا هئا ۽ ڪيس سوڪڙيون ۽ گلدستا پيش ڪندا هئا. انهن مان ڪيترا ته جهڙوڪ: بيلجيم جي هڪ فزيو ٿراپسٽ هن جي ويجهي سهيلي ٿي وئي هئي.

# خدمت ۾ عظمت

15 جولاءِ 1944ع تي، ڇنڇر جي ڏينهن اينيٰ فرينڪ پنهنجي ڊائريءَ ۾ لکيو هو ته:

”منهنجي لاءِ اهو بنهه ممڪن ناهي ته آئون پنهنجي زندگي اٿڏڪار عذابن ۽ موت سان شروع ڪريان. آئون ڏسان پئي ته دنيا آهستي آهستي تباهي ۽ بربادي‌ءَ جو روپ وٺندي پئي وڃي. آئون ان گجگوڙ کي پنهنجي ويجهو ايندي پئي ٻڌان، جيڪا هڪڙي ڏينهن اسان سڀني کي پڻ تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيندي. آئون محسوس پئي ڪريان ته لکين انسان مصيبتن ۽ تڪليفن جو شڪار ٿي ويندا. ان هوندي به آئون جڏهن مٿي آسمان ڏانهن ڏسان ٿي، تڏهن پڪ ٿئي ٿي ته هر ڪا شيءِ هڪ سٺي ۽ نئين روپ سان ظاهر ٿيندي، ۽ پوءِ اهو ظلم ۽ ڏاڍ پنهنجي انت تي پهچي خود بخود ختم ٿي ويندو. امن ۽ خوشحالي جو زمانو هڪ ڀيرو وري ضرور ايندو. ان وقت تائين آئون پنهنجن آدرشن کي هرگز نه ڇڏيندس. نيٺ اهو ڏينهن ضرور ايندو“ جڏهن آئون پنهنجا مقصد حاصل ڪنديس.“

رُت ڦاءَ جي ڇمڻ کان ٽي مهينا اڳ، 12 جون 1929ع تي اينيٰ فرينڪ جرمني جي هڪ يهودي خاندان ۾ جنم ورتو هو. هوءَ 16 سالن جي ننڍي عمر ۾ فوجي سپاهين جي هڪ ڪئمپ ۾ وفات ڪري وئي. هن جو مڙهه سندس ڀيڻ جي مڙهه سميت هڪ اجتماعي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

اينيٰ فرينڪ اخبار ۾ ڪم ڪرڻ گهريو ۽ هڪ اديبه ٿيڻ جي

خواهش ڪئي هئي. ڪيس سڄي دنيا جي سير ڪرڻ جو به شوق هو پر سندس ڪا به خواهش پوري نه ٿي سگهي.

هن جي پيٽ ۾ رُٿ فاءُ موت، تباهي ۽ بربادي مان بچي نڪتي هئي. اڄ هوءَ پاڪستاني حڪومت جي اعزازي وفاقي صلاحڪار آهي. ڪيس 1979ع ۾ ان عهدي جي آڇ ڪئي وئي هئي. هن اها آڇ انڪري لاچار ٿي قبول ڪئي ته جيئن ڪوڙهه جي مريضن ۽ طبي ڪارڪنن جو آواز اسلام آباد ۾ حڪومت جي واسطيدارن تائين پهچي سگهي.

سائنس جيڪي طبي ڪارڪن گڏ هئا، انهن نوجوانن هن کي مڪران جي ريگستان، پهاڙن ۽ گلگت جي جبلن ۾ گهمايو. هنن ڪراچي ۾ ڪرفيو جي پرواهه نه ڪئي. بلوچستان ۾ واريءَ جي واچوڙن کي منهن ڏنو ۽ آزاد ڪشمير ۾ برفاني ڇپن کان پاڻ کي بچايو. هنن گڏجي سنڌ جي ساڙيندڙ واريءَ تي بک ۽ اُڃ ۾ وقت گذاريو ۽ پاڪستان ۾ هر هنڌ کليل آسمان هيٺ، جيتن جي حملن هوندي به ننڊون ڪيون.

رُٿ جيڪا جدوجهد ڪئي هئي، ان جي ڪري هن کي عزت ملي ۽ سندس مڃتا ٿي. فيڊرل ريپبلڪ آف جرمني ڪيس 1969ع، 1978ع، 1985ع ۽ 1994ع ۾ پنهنجي ملڪ جا وڏا اعزاز ڏنا. پاڪستان ۾، جنهن کي هوءَ پيار وچان "منهنجيءَ دل جو ملڪ" چوندي آهي، ڪيس ستاره قائداعظم (آگسٽ 14، 1969ع)، هلال امتياز (مارچ 23، 1989ع) ۽ اعزازي پاڪستاني شهريت جا ماناتا اعزاز ڏنا ويا. 1991ع ۾ آمريڪا جي ڪوڙهين جي امداد ڪندڙ اداري ڊيمين-ڊيوٽن سوسائٽي هن کي اعزاز عطا ڪيو. 2002ع ۾ فلپائين مان ڪيس ريمن ميگسيسي انعام ڏنو ويو.

پاڪستان ۾ تمام ٿورن ماڻهن کي خبر هوندي ته ڊاڪٽر رُٿ فاءُ پنج ڪتاب لکيا آهن. اهي سڀئي ڪتاب جرمن ٻوليءَ ۾ لکيل آهن. رڳو هڪ ڪتاب "To Light a Candle" (روشني ڪجي) جي عنوان سان انگريزي ۾ ترجمو ٿيو آهي.

رُٿ هڪ ٻيري پنهنجي ملڪ وئي، جتي سندس يادداشتن جو جرمن ٻوليءَ ۾ لکيل ڪتاب، جڏهن هڪ خاتون هن کان ان تي صحي ڪرائي پنهنجي سيني سان لاتو ته رُٿ هن ڏانهن نهاريو. هوءَ جرمن مردن ۽ عورتن، جوانن ۽ پوڙهن جي ڊگهي قطار ۾ بيٺي هئي. اها عورت سندس عمر جيڏي هئي. جڏهن هنن هڪٻئي کي چڱيءَ طرح سان ڏٺو تڏهن هوءَ هن جي ويجهو آئي ۽ چوڻ لڳي: "تو مون کي سجاتو.... آئون گيبي آهيان."

بيشڪ، يلا هوءَ اهي مُرڪندڙ نيريون اکيون ڪيئن ٿي وساري سگهي، جيڪي ورهين کان هن جو پيڇو ڪنديون رهيون هيون. اهي اکيون جيڪي هينئر ڳوڙهن سان ڀرجي آيون هيون. ٻئي هم ڪلاسي هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائي روئڻ لڳيون.

بعد ۾ گيبي، رُٿ کي ٻڌايو ته ڪيئن نه هن ڪتابن جي هڪ دڪان ۾ اتفاق سان هڪ ڪتاب کنيو ۽ ان جي ٻاهرئين صفحي تي رُٿ جي ڇپيل نالي هن جو ڌيان ڇڪايو. پوءِ ڪتاب جا صفحا اٿلائيندي، گيبس نظرپڻ جي يادگيرين واري باب ۾ پنهنجو نالو ڏسڻ ۾ آيو. ڪتاب ۾ هن پنهنجي خاندان، مصيبتن ۽ سختين جو ذڪر ڪيو. جنهن ڪيئن جان بچائڻ خاطر لڪي وڃي پاڙيسري ملڪ بيلجيم ۾ پناهه ورتي ۽ جنگ جي ختم ٿيڻ تائين اتي ئي رهيو هو.

ٻئي پاسي پنهنجي نئين ملڪ ۾ رُٿ جا وري پنهنجا مسئلا هئا. يونيورسٽي ۾ تعليم حاصل ڪرڻ واري زماني کان وٺي کيس مٿي جو سور پوندو هو پر هن ڪڏهن به ان جو علاج سنجيدگيءَ سان نه ڪرايو. هن کي جڏهن به اهو سور ٿيندو هو ته جيپ جي پٺين سيٽ يا ڪنهن کٽ تي اڌ ڪلاڪ کن لاءِ ليٽي پوندي هئي ۽ پوءِ اٿي وري پنهنجو ڪم اهڙي طرح ڪندي هئي، ڄڻ ته کيس ڪجهه به نه ٿيو هجي.

هڪڙي ٻيري افغانستان جي باميان صوبي ۾ هڪ مٿانهين هنڌ، کيس نمونيا ٿي پئي. هڪ افغان ڪوڙهه جو طبي ڪارڪن محمد جمعا

هن کي لال کان پاڪولانگ تائين لاهي آيو. اتي اتفاق سان کين گڏيل قومن جي اداري جو هڪ ڊاڪٽر مليو ويو. جنهن هڪ خاص هوائي جهاز گهرايو ۽ کيس ڪابل ۾ گڏيل قومن جي اداري جي قائم ڪيل اسپتال تائين پهچايو. رٿ اتي هڪ هفتو رهڻ ڪانپوءِ تندرست ٿي گڏيل قومن جي اداري جي هڪ ٻئي جهاز جي ذريعي اسلام آباد پهتي. هن زندگيءَ ۾ ڪڏهن به پنهنجي لاءِ خاص رعايت حاصل نه ڪئي، ايتري تائين جو چانهه جي هڪ وڏيڪ ڪوپ جي گهر به نه ڪئي. هن ڪڏهن به پنهنجي لاءِ واڌو وڳو خريد نه ڪيو. هوءَ جيڪو به لباس پائيندي هئي، اهو کيس تحفي ۾ مليل هوندو هو جيڪو ڪنهن سهيليءَ وٽان، ڪنهن سسٽر وٽان يا ڪنهن اهڙي مريض وٽان ملندو هو جيڪا يا جيڪو تندرست ٿيڻ تي سندس خدمت ۾ پيش ڪندو هو ۽ هوءَ مجبور ٿي اهو انڪري قبول ڪندي هئي، ته جيئن انڪار ڪرڻ جي ڪري هن کي ڏک نه ٿئي. هن کي جيڪي سونا تمغا مليا هئا، اهي سيئي ڳاري مسڪين ڪوڙهين جي ڌيئرن کي سندن شاديءَ جي وقت ڏاج ۾ ڏنا ويا.

رُٿ جهاز ۾ دريءَ جي پرسان ويٺي هئي ۽ هن هيٺ تيزيءَ سان پٺيان ويندڙ بيابانن ڏانهن پئي ڏٺو. هن پاڻ کي ان خاص جهاز ۾ سفر ڪرڻ لائق نه پئي سمجهيو. ان دوران گڏيل قومن جي اداري جو هڪ عملدار اچي رُٿ جي پرسان ويٺو. پوءِ هن ڏانهن ڏسندي اهو عملدار ڏاڍيءَ نرميءَ سان چيو "توکي خبر آهي ته اسان پاڻ ۾ هينئر ائين پئي چيو ته هن هيڏي وڏي اڏامندڙ مشين تي فقط اڄ ئي صحيح معنيٰ ۾ خرچ ٿيو آهي." اهو ٻڌي رُٿ مرڪي هن ڏانهن ڏٺو. رُٿ جي اکين ۾ ڳوڙها هئا. پر جهاز جي ان نوجوان عملدار وانگر هر ڪو اهڙي نرميءَ ۽ ڪوملتا سان ته نه ڳالهائيندو.

کيس اهي به فرقي پرست دهشتگرد ياد آيا، جن جي هٿن ۾ ڪلاشنڪوف هيون ۽ جيڪي گلگت ۾ امغيري نديءَ جي ٻئي طرف ڪوڙهه ۽ سلهه جي علاج واري هڪ طبي مرڪز ۾ ڏوڪيندا آيا هئا. ان

مهل عملي هڪ ڏکهي تعليمي گڏجاڻيءَ جي وچ ۾ ٿورو آرام ڪرڻ جي نيت سان ويهي چانهه پيئڻ گهري هئي. انهن خوني ماڻهن جون ڪاوڙ ۾ ڳاڙهيون اکيون ڏسي رُٿ ٽپ ڏئي پنهنجي ڪرسيءَ تان اُٿي ۽ ڊوڙي پنهنجي عملي جي بچاءَ لاءِ پنهنجي گلن واري رَئي سان ڪين لڪائيندي هنن جي اڳيان ٿي بيٺي. هن انهن خونين کي ڳالهين ۾ مصروف رکيو ته جيئن سندس عملو پنهنجي جان بچائڻ لاءِ اتان نڪري وڃي. اهي خوني اتي هڪ اچي مٿي واري پاهرئين ملڪ جي رهاڪو عورت کي ڏسي منجهي پيا. پر پوءِ جلد ئي ان مونجهاري مان ٻاهر نڪري آيا ۽ هنن رُٿ کي ڌڪو ڏئي ڪيرائي ڇڏيو. رُٿ کي پنهنجي ٻانهن ۾ سخت سور محسوس ٿيڻ لڳو. هن اهو به ڏٺو ته هنن گوليون هلايون، جنهنڪري ماڻهن دانهون ڪيون هيون. پوءِ هن جي اکين اڳيان ڏنڌ پڪڙجي وئي. رُٿ کي جڏهن هوش آيو تڏهن هن پاخاني مان رت کي وهندي ڏٺو. اهو ڏسي هوءَ پاڻ گهليندي ويجهوئي واقع فوجي چوڪيءَ تي پهتي. رستي ۾ ساڻس به پراڻا طبي ڪارڪن رشيد ۽ شاهه دين به شامل ٿيا. فوجين جي اچڻ کان اڳ ۾ ئي اهي خوني، انهن پنجن ماڻهن کي قتل ڪري چڪا هئا، جيڪي پاڻ کي بچائڻ لاءِ طبي مرڪز جي پاخاني ۾ لڪي ويا هئا. انهن ۾ به عملي جا پراڻا ماڻهو ۽ ٽي معصوم مريض شامل هئا. ان واقعي جي ٻئي ڏينهن ڊاڪٽر فاءِ جي ڀڳل ٻانهن تي پلاسٽر چاڙهيو ويو. جاڪاڻ ته ان ڏينهن هوءَ باقي عملي، مريضن ۽ هنن جي گهرڀاتين جي سنڀال ۽ تعزيت ڪرڻ ۾ مصروف هئي.

پاڪستان ليپرسي ڪنٽرول پروگرام جي ڪاميابي انهن سرڪاري طبي امدادي ڪارڪنن جي ڪري ٿي هئي، جن کي رُٿ ايم. اي.ايل.سي جي مرڪز ۾ سکيا ڏني هئي ۽ هو سڄي پاڪستان ۾ پکڙيل اهڙن طبي مرڪزن جي نظرداري ڪري رهيا هئا. وفاقي صلاحڪار هجڻ جي حيثيت ۾ هن انهن مخلص ۽ محنتي ڪارڪنن جي همٿا ۽ ترقيءَ لاءِ

حڪومت کي ڪي تجويزون پيش ڪيون. اهي پنهنجي نوعيت جون پهريون تجويزون هيون. جيڪي ملڪ ۾ ڪنهن عملي لاءِ اڳ نہ ڏنيون ويون هيون. انهن تجويزن صحت کاتي جي پين عهدن وارن لاءِ پڻ رستو کولي ڇڏيو.

اهي مسڪين نوجوان جيڪي ڳوٺن جا رهاڪو هئا ۽ جن کي زندگيءَ جون تمام ٿوريون نعمتون بہ حاصل نہ هيون. انهن کي ڊاڪٽر فاءِ پڙهائي، طبي ڪارڪن جي مانائتي عهدي تائين پهچايو. اها خاتون هنن لاءِ پنهنجي ماءُ کان وڌيڪ معزز هئي. هن انهن معمولي ماڻهن کي اهڙي تہ سٺي سکيا ڏني، جو هو پنهنجي سماج ۽ پيشي ۾ عزت واري حيثيت حاصل ڪرڻ لڳا ۽ اهو هڪ ٻئي جي تجربي ۾ واڌاري ڪرڻ جو سبب پڻ ٿيو هو. هنن ايشيا جي مسلم ثقافت جي قدرن کي سمجهڻ ۾ رُٿ جي مدد ڪئي ۽ هن ڏاڍي ادب ۽ احترام سان انهن کي قبول ڪيو.

رُٿ جي هدايتن ۽ رهنمائيءَ هيٺ، هنن پين عورتن، پنهنجن مائرن ۽ گهروارين جي خيالن جو احترام ڪرڻ سکيو. ڪين اها ڄاڻ حاصل ٿي تہ نياڻين کي تعليم ڏيڻ گهرجي. پنهنجا فرض ادا ڪندي پين ساٿين جي جمهوري حقن جو احترام ڪيو وڃي. ڪين اهو بہ احساس ٿيو تہ پين کي معاف ڪرڻ سان پنهنجي ئي وجود کي راحت ملي ٿي. پنهنجي وجود ۽ پنهنجي ماحول لاءِ امن ۽ اطمينان قائم ڪرڻ ۽ پين جي خدمت ڪرڻ جهڙي بيمثال خوشي، اهي سيئي اعليٰ خصلتون ڪين رُٿ وٽان حاصل ٿيون هيون.

ٻئي طرف رُٿ وري سنڌن عقيدن جي ساراهہ ڪندي هئي. هنن جي مضبوط خانداني لاڳاپن، پنهنجي بزرگن لاءِ عزت ۽ احترام، خطرن سان منهن مقابل ٿيڻ، تڪليفن ۽ سختين وقت پنهنجي همت ۽ حوصلي کي قائم رکڻ ۽ هڪ معمولي ۽ عام زندگيءَ ۾ ڪل خوشي ۽ چرچي ڀوڳ سان وندر پيدا ڪرڻ جهڙين خاصيتن تي حيران ٿيندي هئي. ڪيس اهو

ڏسي تعجب ٿيندو هو تہ انهن ماڻهن جي عورتن ۾ مصيبتن ۽ تڪليفن کي برداشت ڪرڻ جي ڪيڏي نہ صلاحيت موجود هئي. هوءَ هنن جي، پارڙن جي وندرائيندڙ معصوميت کي پسند ڪندي هئي. هُن سندن خوشي جي موقعن تي ٿهڪ ڏنا هئا ۽ ڏک ڏاڪڙن ۾ هنن سان گڏ رُني هئي. هنن کي سندن حق وٺي ڏيڻ لاءِ هن ويڙهہ ڪئي هئي ڪيس پڪ هئي تہ اهي ماڻهو ڪڏهن بہ ڪيس ڏوکو نہ ڏيندا.

1971ع جي پاڪ-ڀارت جنگ ڪانپوءِ، جنهن جي نتيجي ۾ بنگلاديش ٺهيو هو ڪراچيءَ ۾ ڪيترائي بهاري پناهگير پهچي ويا. انهن مان گهڻن کي ڪوڙهہ جي بيماري هئي. ڪراچي ۾ ان بيماري جو سينئر سپروائيزر عبدالعزيز هو جنهن اها خبر ڏيندي ئي ان جو تدارڪ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ان سلسلي ۾ يڪدم مدد ڪرڻ جو انتظام ڪيو ويو ۽ اورنگي ۾ هڪ ننڍڙو عارضي شفاخانو قائم ڪيو ويو. آسٽريا جي هڪ مخير رهاڪو جرٽريوڊ هسلين جي موڪليل امدادي فنڊ مان، گهرن اڏڻ جي هڪ رٿا تي عمل شروع ڪيو ويو. ٻئي پاسي رُٿ پنهنجي سهيلين کي چيو تہ سندن خاندان هڪ هڪ گهر تعمير ڪرائي. اهڙيءَ ريت ان خير واري رٿا هيٺ سوين گهر تعمير ٿي ويا.

1976ع ۾ رُٿ جڏهن سنڌ جي ريگستان ۾ کيرٿر جبلن جي قطار هيٺ رني ڪوٽ وٽي تہ سيد عزادار حسين هن سان گڏ هو. اتي ساڙيندڙ اُس ۾ مريضن کي ڳوليندي، هن جي بدن تي ڦلوڪٽا نڪري آيا ۽ اهي ڦاٽي پيا. پر ڪيس اهو ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي هئي تہ سندس ٽوليءَ ان ڀاڙي علائقي ۾ ڪوڙهہ جا ٻارنهن نوان مريض ڳولي لڌا هئا. رات جي وقت کليل آسمان هيٺ ڪانڊيرن جي وچ ۾ سمهندا هئا ۽ زهريلن نانگن بلائن کان بچڻ لاءِ پنهنجي ڪيسن ۾ بصر جون ڳنڍيون رکي ڇڏيندا هئا.

عبدالحامد شاهہ پنهنجي جان خطري ۾ وجهي، براهوي ٻولي ڳالهائيندڙ مينگل سردار کان اجازت حاصل ڪئي تہ جيئن پورالي

(بلوچستان جي خضدار ڊويزن) ۾ وڃي سگهي. گهربل اجازت ڏني وئي ۽ رُٿ جي ٽولي ان پاسي رواني ٿي. هڪ جابلو چشمي جي سڪل پيٽ مان لنگهندي هنن گجگوڙ وارو آواز ٻڌو. اهو ٻڌي حامد شاهه پٺيان ڏٺو ته ڪيس پاڻيءَ جو هڪ زبردست وهڪرو ايندو نظر آيو. هن هڪدم ڊاڪٽر فاءُ کي ٻانهن کان جهليو ۽ ٻئي ڊوڙندا ٻئي پاسي هليا ويا. اهڙيءَ طرح نئن ۾ ٻڏڻ کان بچي ويا. ٻئي ڏينهن اها ٽولي سج لهڻ تائين هلندي رهي ته جيئن جهنگ جي ڪناري هڪ ويران لانڍي تائين پهچي وڃي، جتي ان عورت کي ڦٽو ڪيو ويو هو. جنهن جو منهن ۽ هٿ بيماريءَ جي ڪري ڳري سڙي ويا هئا. هن جي ويجهو ٿي هڪڙو کوهه هو جنهن مان هنن پاڻي پيتو ۽ ان عورت جون پچايل مانيون کاڌيون. اهو ڏسي ان بيمار عورت جي ماٺتن جو ڊپ ختم ٿي ويو ۽ هو ڪيس پنهنجي قبيلي ۾ واپس وٺي ويا.

وري اهو احمد شاهه ٿي هو جنهن سان گڏ هوءَ 1998ع ۾ خضدار وڃي رهي هئي ۽ اتي ڪيس اطلاع ڏنو ويو ته سندس ماءُ جرمني ۾ گذاري وئي هئي. خبر ٻڌندي به هن پنهنجو سفر جاري رکيو. ڇاڪاڻ ته ڪيترائي مريض ان پاسي هن جي انتظار ۾ هئا.

رُٿ پنهنجي ماءُ سان آخري ملاقات ڇهه مهينا اڳ ڪئي هئي، جڏهن هوءَ آخري ڀيرو پنهنجي وطن وئي هئي. ان وقت ٻنهي کي محسوس ٿيو هو ته اها سندن آخري ملاقات هئي. ان ملاقات ۾ ٻئي ڏاڍيون خوش ٿيئي نظر آيون.

1980ع ۾ سرحد صوبي جي هيٺئين ضلعي دير ۾ مُلا محمد جي رهنمائيءَ هيٺ رُٿ طوفاني مينهن ۽ برفباريءَ دوران ثمرباغ پهتي. ان موسم ۾ اهو سفر ان ڪري ڪيو ويو هو ته جيئن گهٽي ۾ گهڻا مرد ۽ عورتون ڏسي سگهجن. جيڪي ٻيءَ موسمَ ۾ جبلن تي هوندا آهن. انهن خانه بدوشن جيَ اٺانوي سيڪڙو آبادي جي چڪاس ورتي وئي ۽ 30 نوان مريض لڌا ويا. ان ڳوٺ جي جهوپڙيءَ ۾ بستري تي ايترا ته منگهڻ هئا جو

رُٿ جي ننڊ ڦٽي وئي ۽ هوءَ تازي هوا ۾ ساهه کڻڻ لاءِ اتان ٻاهر نڪتي ته پاڙي جي هڪ ڪتي کيس چڪي وڌو. ٻئي ڏينهن صبح جو ملا محمد هن ڪي ڪتي جي چڪ کان بچاءَ جون سيون هڻائڻ جي صلاح ڏني ته هن ڪلنڊي انڪار ڪيو ۽ چيو: "نه،نه! اهو ڪتو چتو نه هو. هن ته پنهنجو فرض ادا ڪيو هو."

1995ع ۾ ڪراچي ۾ فساد ۽ هنگاما زور تي هئا. اورنگيءَ ۾ دهشتگردن جي مخالف ٽولين هڪ ٻئي تي گوليون پئي وسايون. عبدالحميد انصاري، اطهر عالم ۽ ڊاڪٽر فاءُ گولين جي ان مينهن مان بچي نڪتا. ان واقعي جي ٻئي سال سڄي پاڪستان ۾ ڪوڙهه جي بيماريءَ جو خاتمو ٿي ويو. جيڪو عالمي صحت جي اداري جي مقرر ڪيل سال 2000ع کان چار سال اڳ ٿيو هو. ڊسمبر 2002ع تائين ملڪ جي 170 حفاظتي مرڪزن ۾ 50000 ڪوڙهه جا ڪيس داخل ڪيا ويا ۽ سرزمين تي 325 طبي ڪارڪن ڪوڙهه جي مريضن جي سنڀال ڪري رهيا هئا، جن مان اڪثريت سرڪاري ملازمن جي هئي.

رُٿ فاءُ جو خواب تعبير ماڻي رهيو هو پر هن پنهنجو وقت اجايو نه وڃايو. هن اڳ ۾ ئي اترين ايراضين ۽ آزاد ڪشمير ۾ سلهه جي بيماري جو خاتمو ڪرڻ ۽ سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد صوبن ۾ اکين جي بيماريءَ جي علاج جو پروگرام شروع ڪري ڇڏيو هو. جنهنڪري هوءَ سڄي ملڪ جو دورو ڪندي رهي. ان دوران هن پنهنجي حصي جون ڪيتريون ذميواريون نوجوان پاڪستاني ڊاڪٽرن جي حوالي ڪري ڇڏيون.

# ٿورڙي ڪاوڙ- ٿورڙو ڪينو

هو هڪ نوجوان ڊاڪٽر هو. 1971ع ۾ هڪ همدرد جي سفارش تي ڪيس اداري ۾ شامل ڪيو ويو. ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ هو تہ اهو نوجوان ڊاڪٽر ذهين ۽ ماهر هو. اهو بہ سچ هو تہ هن ڪي مريضن ۽ عملي جي ڳڻتي رهندي هئي. ائين بہ هو تہ سندس بنيادي تعليم سٺي هئي. پر جيئن انساني خصلت ۾ هوندو آهي. هو بہ هڪ قديم ڪوڙڪي ۾ ڦاسي پيو هو. ڏک ڏيڻ لڳو پنهنجي سگهاري هجڻ جي، گهڻي سگهاري هجڻ جي ۽ تمام گهڻي سگهاري هجڻ جي!

رُٽ پنهنجي طرفان بيحد نهٺائي ۽ نمرتا جو مثال قائم ڪرڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي هئي. ان سڄي اداري جي ڪنهن بہ ڪمري جي دروازي تي سندس نالي ۽ عهدي جي تختي لڳل نہ هئي. هوءَ جنهن ڪمري ۾ سمهندي هئي ۽ جتي سندس پراڻي الماري رکيل هئي، اها ئي هن جي آفيس بہ هئي. ان جي هڪ ڪنڊ ۾ پيل اڪيلي ميز تي هڪ پراڻو ٽائيپ رائيٽر رکيل هو جنهن جي جاءِ تي ٿورا ڏينهن اڳ هڪ ڪمپيوٽر رکيو ويو جيڪو سندس هڪ جرمن دوست تحفي طور موڪليو هو. ان آفيس مان ملڪ جي صدر ڪي خط ويندا هئا ۽ چندو ڏيندڙن ڏانهن شڪرگذاريءَ جون چٺيون روانيون ٿينديون هيون. هوءَ پنهنجي سيڪريٽري بہ هئي تہ ڊرائيور بہ پاڻ هئي. هوءَ پنهنجي زندگيءَ جا رنگ ڍنگ ٻين تي مڙهڻ پسند نہ ڪندي هئي، پر هن جيُ جمهوري مزاج جي

پنهنجي خلاف هوندو هو. جڏهن ڪنهن ساٿيءَ جي نئين تجويز کي رد ڪيو ويندو هو يا هن کي گهٽ سمجهيو ويندو هو. اهڙن موقعن تي سنڌس اندر جو آواز ڪيس ٻڌائيندو هو ته اداري جي عزت گهٽ ٿي رهي آهي.

جرمن اصل صورتحال کي هڪدم معلوم ڪري وٺندا آهن. جڏهن ته پاڪستاني آمراڻي مقدر جا عادي هوندا آهن. انتظامي گڏجاڻين ۾ رُٿ جي پرسان وٺڻ پڻ هن جي ارادن تي شڪ ڪرڻ شروع ڪيو.

اوهو ـ وڏندڙ عمر. جهڪي ٿيندڙ نظر ـ سياسي پلٽي بازي. پادشاهه گردي ـ نـا نـا يا خدا!!!

هوءَ بحث مباحثي جي شروعات ڪندي هئي ۽ امڪانن تائين پهچڻ گهرندي هئي. هوءَ ڪنهن ڪامياب حل کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي هئي. پين کي آپي مان ٻاهر نڪرندي ڏسڻ ڪا مسخري جي ڳالهه نه هئي. ڪاوڙ ۾ چهرا ڳاڙها ٿيندا هئا. ناسون ڦونڊبيون هيون. ميزن تي مڪون لڳنديون هيون ۽ فرش تي پير زور زور سان هڻيا هئا. اهڙي وقت رُٿ ڏاڍي سانت ۽ سڪون سان ويٺي هوندي هئي ۽ ان صورتحال کي بدلائڻ جو پختو ارادو ڪندي هئي. فردن کي سکڻ جي ضرورت هوندي آهي. جڏهن ته ادارن کي وڌڻ ويجهڻ گهرجي.

نيٺ 2000ع ۾ ان جي شروعات ٿي، جڏهن ڪيس صلاحڪار ڪرڻ جي سفارش ڪئي وئي. ان ئي سال (2000ع) هڪ جهوني معزز ميمبر کي نئون چيف ايگزيڪيوٽو آفيسر مقرر ڪيو ويو. زبانن تي تالا چڙهي ويا. ٻاهر نڪتل دوڙن ڏسڻ شروع ڪيو. فاءِ جي دانائي هڪ ڀيرو وري سچ ثابت ٿي.

راولپنڊيءَ کان ڪراچي تائين نوجوان منتظم اعليٰ نئين تعليم حاصل ڪرڻ لڳا. نوجوان پٺاڻ بيوه گل پري هڪ سند يافته دواساز جي حيثيت ۾ پنهنجو عهدو سنڀالڻ ۽ اداري جي ترقيءَ ۾ هٿ ونڊائڻ لڳي. ساڳي وقت هن پنهنجن ٻن پٽن جي به مدد ڪئي. هر تخليقي ڪم جي

تعريف ۽ توصيف ٿيڻ لڳي.

راهبائن جي ننڍڙي ٽوليءَ جيڪو هڪ ننڍو شفاخانو قائم ڪيو هو اهو هينئر هڪ وڏو ۽ مستحڪم ادارو بڻجي چڪو هو. هڪ اهڙي اڪيلي اين.جي.او جيڪا ملڪ جي وڏن شهرن ۾ پراڻين بيمارين جو مفت ۾ علاج ڪندي هئي. ان اداري حڪومت ۽ اين. جي. او جي گڏيل حصيداريءَ جو هڪ اعليٰ نمونو قائم ڪيو ۽ ساڳئي وقت مذهبي رواداري ۽ ثقافتي پروڙ جو هڪ وڏو مثال پيش ڪيو.

ڪراچي ۾ ان اداري جو وڏو دفتر هڪ ست ماڙ عمارت ۾ قائم هو. جنهن جي ويجهو ئي مسلمانن جي عبادت گاهه ۽ عيسائين جي ننڍي ديول هئي. ڪوڙهه جي سالياني ڏينهن جي جشن واري موقعي تي پهرين قرآن شريف جي تلاوت ۽ پوءِ مقدس بائيبل پڙهيو ويندو آهي ۽ آخر ۾ مقدس گيتا جا سلوڪ پڙهيا آهن. عيد، ڪرسمس ۽ ڏياري جا ڏينهن مسلمان، عيسائين ۽ هندو عملو ساڳئي جوش جذبي سان گڏجي ملهائيندا آهن.

اهڙن موقعن تي سسٽر بيرينائيس ورگاس جي موجودگي تمام ضروري سمجهي ويندي آهي ته جيئن اها ان رسم جي شروعات ڪري. وڏي چمار ۾ وڏندڙ ڪمزوريءَ جي هوندي به هوءَ روز اسپتال ۾ ايندي آهي ته جيئن گهربل دوائون ڏاهي. هوءَ هميشه مرڪندي رهندي آهي. ڪنهن مريض وٽ ويهي سدائين خوش ٿيندي آهي ۽ عملي جي ماڻهن سان اوپاريو نلهواريون ڪندي رهندي آهي. ڪيس سدائين اهائي ڳڻتي رهندي آهي ته دوائون صحيح هٿن تائين ۽ وقت سر پهچن. پوءِ اهي تربت ۾ رهندڙ ٻارن جي اکين جا ڦڙا هجن يا اسڪردو ۾ سلهه جي مريضن جون دوائون. هوءَ هينئر خوش آهي جو هن گل پري ڪي سکيا ڏني هڪ مستند دواساز ٺاهيو آهي، جيڪا ميڪلوڊ روڊ ۾ رهندڙ هڪ ڪوڙهي جي ڌيءَ آهي.

# منزل ڏانهن

هن "شمع روشن ڪرڻ" ڪتاب ۾ هڪ سوال اٿاريو آهي تہ "ٻن مذهبن لاءِ، جيڪي ابدي سچائيءَ کي قبول ڪرڻ جي دعويٰ ڪن ٿا، ڇا اهو ممڪن آهي تہ اهي ڪا بامعنيٰ گفتگو ڪن؟ مون وٽ ان سوال جو ڪوبہ جواب ڪونهي. آئون فقط ذاتي تجربا بيان ڪري سگهان ٿو." پوءِ هوءَ پنهنجا اهي تاثرات بيان ڪري ٿي، جڏهن لاهور ۾ هن بادشاهي مسجد کي ڏٺو هو جيڪا 1674ع ۾ مغل شهنشاهہ اورنگزيب اتي قلعي جي سامهون تعمير ڪرائي هئي. هوءَ اتي مشهور وڪيل الله بخش ڪريم بروهي (اي ڪي بروهي) سان گڏجي وئي هئي.

"آئون هڪ مسلمان دوست سان گڏ اتي وئي هيس. اسين جيئن ئي ٿڌين ۽ خاموش محرابن جي هيٺان، جن جي ديوارن تي دلڪش گلڪاري ٿيل هئي، ماٺ ڪيو اڳتي وڌي رهيا هئاسين تہ اوچتو آئون وچٿين دالان ۾ پهچي ويس. جيڪو ڪشادو هو خالي هو ۽ محراب جي مٿان موتين جي هڪ جهڳٽي وانگر۔ ٽي گنبذ تمام پري نظر اچي رهيا هئا. اهو هڪ واحد جو اٿاهہ ۽ اسرار پريو راز هو. واحد جنهن جي عظمت ۽ بلنديءَ کي ظاهر ڪرڻ لاءِ اها مسجد جوڙائي ويئي هئي۔ مون کي حيرت وڪوڙي وئي ۽ مون تي دهشت طاري ٿي وئي. سمجهہ کان مٿي ۽ ادراڪ کان ٻاهر ان واحد پنهنجي عظمت کي سمجهائڻ لاءِ اهڙي طرح پاڻ کي فاني انسان تي ظاهر ڪيو آهي! مون مغرب جي تربيت هيٺ حاصل

ڪيل ارادي جي قوت جي مدد سان گوڏن ڀر ڪري، دانهون ڪري روئڻ جي شديد خواهش کان پاڻ کي روڪي ورتو. اهو لطافت ۽ خوبيءَ جو احساس مون کي منهنجي مسلمان دوست جي موجودگيءَ ۾ ٿيو. اهو خوبصورتي ۽ دلڪشي جو اهڙو احساس هو جنهن منهنجي روحاني زندگيءَ تي هڪ اڻ مِٽ آثر ڪيو هو.“

ڪراچيءَ ۾ هوءَ هر روز صبح جو پنهنجي هڪڙي ڪمري واري گهر مان، جيڪو ايم. اي. ايل. سي اسپتال جي ڀي ماڙي تي آهي، ڊاڪٽر لهي هيٺ ايندي آهي. رُٿ جي روزاني صبح واري مصروفيت هن ريت شروع ٿئي ٿي: سوٽي شلوار قميص واري لباس ۾ هوءَ اسپتال جي وڏي دروازي وٽ بيهي ٿي ۽ پناڻ چوڪيدار غنچه گل سان، جنهن اتي ڪوڙهه جو علاج ڪرائي صحت حاصل ڪئي هئي سان سولي اردو ۾ ٿوري ڳالهه ٻولهه ڪري ٿي. پوءِ هوءَ اجا تائين سُتل شهر جي گهٽين مان پنڌ ڪندي 125 سال پراڻي سينٽ پيٽرڪس ڪيٿڊرل ڏانهن وڃي ٿي.

رستي تي هڪ اگڙيون ٽگڙيون چوندبيندڙ افغان هن ڏانهن ڏيان ڏيڻ کانسواءِ بي پرواهيءَ سان هن جي پرسان لنگهي وڃي ٿو. هڪ موڙ وٽ هڪ سنهڙو سڪل گهوڙيو کنگهندو، کنگهندو پنهنجي گاڏي تي وڪري جون شيون پيو رکي. هڪ ويجهي جهوپڙيءَ مان ڪنهن ابهم ڇوڪريءَ جي دانهن جو پڙاڏو هوا ۾ گونجي ٿو.

هن جي دل نپوڙجي ٿي. هوءَ گهري ٿي ته ڪيس اجا به گهڻو ڪجي ڪرڻ گهرجي ـ اجا ٿورو وڌيڪ – هن ملڪ جي مسڪينن لاءِ، ان ملڪ لاءِ جنهن سان هن پيار ڪيو آهي، پنهنجي دل جي گهرائين سان محبت ڪئي آهي.

ڪيٿڊرل جي محرابن واري وڏي هال ۾ حضرت عيسيٰ جي ڪاٺ جي هڪ ڏکهي صليب جي اڳيان هوءَ نِنڍڙي ۽ ڪمزور بيٺل نظر اچي ٿي. هن جو ڪنڌ جهڪيل آهي. اکيون زور سان پوريل اٿس. هوءَ

پنهنجو ساڄو هٿ پنهنجي ڇاتيءَ تي رکي ڏڪندڙ پڙڪن ۾ چوي ٿي: "اي خداءِ خداوند، آئون تنهنجو آڌرياءُ ڪرڻ جي لائق نہ آهيان، تون فقط هڪ لفظ چئو ۽ منهنجي شفا ٿي ويندي."

هڪ پيو ڏينهن شروع ٿيو آهي، هن جي خواهش مطابق ڪم ڪرڻ جو ـ 45 ورهيہ اڳ جي ان ڏينهن وانگر، جڏهن هوءَ ڪراچيءَ جي هوائي اڏي تي لٿي هئي ۽ هن پاڻ سان جيڪي آندو هو اها هئي مسڪيني، پاڪ دامني ۽ فرمانبرداري ـ نہ وڌ، نہ گهٽ.

# ڪي ذاتي رابا

"اوهان ڪي ڪيئن ٻڌايان تہ هنن اسان جي لاءِ ڇا ڪيو هو؟ هنن کهڙا نہ ڪشالا ڪڍيا هئا ۽ اجا تائين پيا ڪڍن. انهن ڏينهن ۾ ڪراچي ۾ ڏاڍا مينهن پوندا هئا، پر اهي هڪڙو ڏينهن بہ نہ نتائيندين هيون. سسٽر ورگاس ۽ ڊاڪٽر فاءُ گوڏي جيتري گندي پاڻيءَ مان هلنديون اتي اينديون هيون. اها ڳالهہ پراڻي وقت واري ميڪلوڊ روڊ جي باري ۾ يوسف ٻڌائي. يوسف 1954ع ۾ پارٽ جي آنڌرا پرديش صوبي مان ڪراچي آيو هو. هن کي ڪوڙهہ جي بيماري هئي، جنهنڪري ڪيس ڪنهن بہ هنڌ جاءِ نہ ملي. پوءِ هو ميڪلوڊ روڊ جي علائقي ۾ رهڻ لڳو ۽ لاچار ٿي پنڻ شروع ڪيائين.

انهن ئي ڏينهن ۾ اتي سسٽرس پهتيون ۽ هڪ ننڍي اسپتال ۾ ڪم شروع ڪيو ويو. اتي يوسف جو علاج ٿيو ۽ بعد ۾ هن کي اتي ئي ملازمت ملي وئي. پوءِ هن هڪ ڪوڙهي عورت سان شادي ڪئي، جنهن جو پڻ ان اسپتال ۾ علاج ٿيو هو. هنن کي ٽي ڌيئرون ٿيون. وڏي ڌيءَ جي شادي ٿي وئي آهي. باقي ٻن ننڍين ڌيئرن مان هڪ مڪاني اسڪول جي پرنسيپال ۽ ٻي صحت جي هڪ مشهور اداري ۾ ڪمپيوٽر پروگرامر آهي.

يوسف هاڻي پنهنجن ڳريل هٿن ۽ پيرن سان گهر ۾ آرام سان ويٺو آهي. هن جو چوڻ آهي تہ ايم اي ايل سي جي مدد کان سواءِ اهو سڀ ممڪن ئي نہ هو خاص ڪري سندس ٽن ڌيئرن جي تعليم. اهي ذهين ۽

هوشيار آهن ۽ هن جي پيريءَ جو وڏو سهارو آهن.

ڊاڪٽر فاءِ جي وڏي ڀيڻ آرمگارڊ گونشوريڪ ورې هن ريت لکيو آهي تہ:

”مون کي چيو ويو آهي تہ آئون هن جي حياتيءَ جو مختصر احوال لکان.

آئون هن جي سڳي ڀيڻ آهيان، انڪري مون کي گهڻي خبر آهي. پر مون کي حيرت ٿئي ٿي، عجب لڳي ٿو. ان جو ڇا مطلب ورتو ويندو جيڪڏهن آئون هن جي زندگيءَ جا تفصيل بيان ڪريان. هوءَ 1929ع ۾ ڄائي هئي (ليپزگ، اوڀر جرمني ۾) هن جو خاندان متئين وچولي طبقي مان هو ۽ هن جون چار ڀينرون ۽ هڪ ڀاءُ هو. هوءَ هٽلر جي زماني ۽ ٻي عالمي جنگ وارن ڏينهن ۾ سمجهہ ڀري ۽ جوان ٿي. هن 1948ع ۾ جرمنيءَ جي الهندي حصي ڏانهن هجرت ڪئي. 1957ع ۾ هن پنهنجي طبي تعليم پوري ڪئي ۽ 1960ع ۾ پاڪستان هلي وئي. هن جي باري ۾، هن جي پاڻ ارپڻ جي سلسلي ۾، پاڪستان ۾ سندس ڪيل خدمتن جي لاءِ ڪيترين ئي حقيقتون موجود آهن، پر مون کي اجازت ڏني وڃي تہ آئون هن کي هڪ ٻئي اندازسان پيش ڪريان.

ان اندازسان جنهن جي وسيلي آئون هن کي ننڍپڻ کان سڃاڻان. جيڪڏهن ڪير مون کان پڇندو تہ هن جي خاص خوبي ڪهڙي آهي؟، تہ آئون جواب ۾ چونديس تہ انسان ذات جي لاءِ هن جو پيار، پنهنجن خوابن کي سچو ثابت ڪرڻ جي لاءِ هن جي لياقت ۽ آزاديءَ جي لاءِ هن جي خواهش ۽ طلب.

انسانذات جي لاءِ هن جي پيار ۽ سندس قابليت جي باري ۾ ٻيلي ڪوبہ ڳالهائي، پر آئون اوهان کي اها ڳالهہ ٻڌائيندس، جنهن کي آئون چوندي آهيان ”آزاديءَ جي خواهش.“

هوءَ اڃا 15 ورهين جي هئي، جڏهن هن زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو

پاڻ کي آزاد سمجهيو هو. دنيا جي ٻي وڏي جنگ ختم ٿي وئي هئي ۽ اهڙيءَ طرح هٽلر جي حڪومت جو به انت اچي ويو هو.

مون کي اپريل 1945ع جا اهي ڏينهن چٽيءَ طرح ياد آهن. اسان جي ملڪ جي اڪثريت وانگر هر شيءِ ختم ٿي وئي هئي ۽ کائڻ لاءِ ڪجهه به ڪونه هو. اسڪول بند ٿي ويا هئا. اسان وٽ ڪابه اهڙي شيءِ نه هئي، جنهن جي ڪري اسان جي زندگي سڦلي گذري ها؛ پر اسين آزاد هئاسين.

اسان فيصلو ڪيو ته اسين پنهنجي اوسي پاسي سفر ڪري پنهنجي آزاديءَ جو مزو ماڻينداسين. پنهنجن دوستن سان ملنداسين (جن وٽان اسان تائين ڪابه خبر چار نه پهتي هئي. چاڪاڻ ته انهن ڏينهن ۾ ٽپال جو ڪوبه انتظام نه رهيو هو). سفر ڪرڻ لاءِ ڪابه بس يا لاري نه هئي، پر اسان مڙئي انتظام ڪيو هو.

اسان وٽ پراڻي ۽ ڦاٽل ساٽل سوٽ ڪيس ۾ رکڻ لاءِ ڪجهه به نه هو. (اسان وٽ نه فالتو جتيون هيون نه وري واڌو ڪپڙا) ڪاڏي جي شين ڪانسواءِ، چاڪاڻ ته اسان کي خبر هئي ته هر هنڌ، هرڪنهن وٽ ڪاڏي جي شين جي کوٽ هئي، تنهنڪري اسان پاڻ سان ڪاڏي جون شيون کنيون. اهي شيون پٽاٽا ۽ ڳاڙها چقندر هئا. ٽن هفتن ڪانپوءِ ڪاڏي جون اهي شيون ختم ٿي ويون ۽ اسين به خوش وخرم واپس موٽي آياسين. اسان ان سفر مان لطف حاصل ڪيو هو. ڏکيائين ۽ تڪليفن هوندي به، لاڳيتي برسات ۽ خالي پيٽ هوندي به اسان کي خبر هئي ته اسين آزاد هئاسين. زندگيءَ مان لطف حاصل ڪرڻ لاءِ اسان کي آزادي مليل هئي ۽ اسان فيصلو ڪيو هو ته اسين پنهنجي باقي زندگي آزاد رهي گذارينداسين ۽ ايندڙ وقت ۾ فقط اهڙا ڪم ڪبا، جن کي اسين صحيح سمجهنداسين. پورن 30 سالن ڪانپوءِ آئون هن سان، سندس ڪم ۾ هٿ ونڊائڻ لاءِ پاڪستان آئي هيس ۽ ساڻس حيدرآباد ۾ مليس، جتي ڪوڙهه جي اسپتال ۾ رات رهي هيس.

اتي سنڌو درياهہ جي خوبصورت نظاري دل کي خوش ڪري ڇڏيو هو. خوشيءَ وچان اسان وڏا وڏا ٽهڪ ڏنا ها.

ڇا، اسان جا خواب سچا نہ ٿيا هئا. اسان هڪٻئي کان پڇيو تہ اسين آزاد زندگي گذاريندا اسين، پنهنجو دل پسند ڪم ڪنداسين؟ سنڌو درياهہ جي يورپ جي ماڻهن وٽ وڏي اهميت آهي ـ اسان ننڍي عمر ۾ ئي ان درياهہ بابت اسڪول ۾ پڙهيو هو. يورپ جو هر ٻار چاهيندو آهي تہ وڏو ٿي اهو درياهہ ضرور ڏسان. آزادي ـ نہ رڳو اسان جي لاءِ ـ آزادي جيڪا ٻين جي مدد ڪرڻ جي لائق ڪري!

جيئن مون چيو آهي: " آزادي"ـ رُٿ فاءَ وٽ ان لفظ جي گهڻي اهميت ۽ قيمت آهي. حقيقت اها آهي تہ هوءَ پنهنجي خاندان جي پهرين فرد آهي جيڪا لڪي پنهنجي پيءُ جي پنيان ليپزگ کان ويزبيڊن وئي هئي.(سندس پيءُ اتي روزگار جي ڳولا ۾ هو) اتي قدرت هن جي اها مدد ڪئي جو هڪ فوجي پنهنجو منهن ٻئي طرف ڪري هن کي سرحد ٽپي وڃڻ جو وجهہ ڏنو. رُٿ کي اميد آهي تہ هوءَ ان فوجيءَ سان ٻيءَ دنيا ۾ ضرور ملندي ۽ ذاتي طور تي هن جا ٿورا مڃيندي.

هوءَ ڏاڍي خوش هئي. هن جرمنيءَ جي الهندي حصي (آزاد) ۾ پنهنجي تعليم وارو عرصو ڏاڍي خوشيءَ سان گذاريو. انهن سالن ۾ هن کي جڏهن بہ فرصت ملندي هئي ۽ ڪو موقعو ملندو هو. تڏهن هوءَ ڪنهن نہ ڪنهن سفر تي نڪري پوندي هئي ـ ماڻهن سان ملاقات ڪرڻ ۽ دوست ٺاهڻ لاءِ.

آئون انهن سالن کي هن جي زندگيءَ جو تمام اهم زمانو سمجهان ٿي. اهي سال هن جي سُک ۽ خوشيءَ جا سال هئا، ڇاڪاڻ تہ ان زماني ۾ ئي هن هڪ اهم فيصلو ڪيو. عام ماڻهن جي خدمت ڪرڻ جو فيصلو!

اهو تمام اهم فيصلو هو. ڇاڪاڻ تہ اهو ڪنهن نااميدي يا مايوسي جي ڪري نہ پر هڪ صاف ۽ صحيح سوچ هيٺ ڪيو ويو هو ۽

ان جي باري ۾ جيڪڏهن مون کان ڪير پڇندو ته منهنجو جواب هوندو: ”آئون خوش آهيان ته اهو اهڙيءَ ريت ڪيو ويو هو!“

28 سيپٽمبر 1991ع تي وٽرر برگ ۾ ڊاڪٽر رُٿ فاءُ کي ”ڊيمين ڊيوٽن“ انعام ڏنو ويو. ان موقعي تي ڊاڪٽر فاءُ جي هڪ ويجهي سهيلي مسز والٽراڊ شرير پنهنجا ويچار بيان ڪندي چيو هو ته:

پيارا ساٿيو

مون کي اهو ٻڌائڻ جي اجازت ڏني وڃي ته اسان جي معزز مهمانن اڄ ڊاڪٽر رُٿ فاءُ کي جنهن عزت جي اعزاز سان نوازيو آهي، ان مون کي ڏاڍو متاثر ڪيو آهي.

حقيقت ۾ اهو هڪ اهم معاملو آهي، ڇاڪاڻ ته اسان کي ”ڪراچي وارن دوستن جي گروهه“ جي ان عيسائي خيرخواهي واري خدمت کي گهٽي ويجهڙائي ۾ سهنجائيءَ سان ڏسڻ جو موقعو مليو هو ۽ اسان 30 سالن کان به وڌيڪ مدت تائين چندي وسيلي ان جي مدد ڪئي هئي.

اسان جي انهن سرگرمين جي شروعات سائٽزلينڊ جي هڪ علائقي مان ٿي، جنهن کي ڪڏهن ”ڳوٺاڻو علائقو“ چيو ويندو آهي. ممڪن آهي ائين ئي هجي، پر ڪو سقم يا اهنج ڪونهي: ڇالاءِ ته اسان جي ڳوٺاڻن ساٿين جون دليون ـ خدا جي مهربانيءَ سان اسان جي نوجوانن جون دليون پڻ ـ وڏن وڏن شهرن ۾ گڏيل آبادين ۾ رهندڙ ماڻهن جي دلين کان گهٽ نه آهن ـ بلڪ حقيقت ان جي ابتڙ آهي!

آمريڪا جي انهن ٻهراڙي وارن علائقن، مڊل ويسٽ، ڳوٺن ۽ ننڍن شهرن مان تمام گهٽي امداد پهتي، جنهن جي ڪري 1946ع کان 1947ع تائين واري سخت سياري ۾ ڪيترن ئي انسانن جي جان بچائي وئي. اهي اهڙيون خدمتون هيون، جن کي اسين ڪڏهن به وساري نه ٿا سگهون.

تحفا ۽ سوکڙيون ڏيڻ جي سلسلي ۾ اسان جي دوستن جيڪو

جوش ۽ جذبو ڏيکاريو هو ان حوالي سان آئون اڄ اوهان کي ٻڌائي سگهان ٿي تہ اسان انهن 30 ورهين جي عرصي اندر ان لائق ٿياسين جو ڪيترن ئي لکن روپين جا تحفا ۽ سوکڙيون- جنس ۽ پئسن جي صورت ۾- پاڪستان ۾ ڊاڪٽر فاءُ جي سرگرمين جي پٺڀرائي ڪرڻ لاءِ موڪليا ويا. ليڪچر ڏيڻ، بازارون لڳائڻ، اسڪولي جشن ملهائڻ، صوفن جي رس جي وڪري جي ڪوشش ڪرڻ ۽ ٻيا ڪيترائي وندرائيندڙ ڪم ڪرڻ، ان سلسلي جون خاص سرگرميون هيون. ان باري ۾ 1989ع ۾ "مشعلن واري جلوس" جو حوالو ڏيڻ ضروري سمجهان ٿي، جنهن کي "ڪوڙهين جي لاءِ اُميدُ جي روشني" چيو ويو هو.

1956ع ۾ پهريون ڀيرو ڊاڪٽر فاءُ سان ملي هيس. آئون هڪ وڏي حادثي ۾ زخمي ٿي علاج لاءِ ونٽربرگ اسپتال ۾ داخل ٿيس. ان اسپتال ۾ جنهن ڊاڪٽر منهنجو علاج ڪيو ۽ منهنجي صحتيابيءَ ۾ همت افزائيءَ لاءِ هر ڪوشش ڪئي ان جو نالو هو ڊاڪٽر رُٿ فاءُ.

1962ع ۾ مون وٽ پاڪستان مان هڪ خط پهتو جنهن ۾ اتي جي ڪوڙهين جي پوائتي صورتحال بيان ڪئي وئي هئي. انهن لاءِ اسپتال هڪ اهڙي جهوپڙيءَ ۾ هئي جيڪا ٽين جي پڙڇن مان ٺاهي وئي هئي، اتي نہ گهربل نرسون هيون ۽ نہ وري سامان سڙو. اتي ڊاڪٽر فاءُ ڪوڙهين جو علاج ڪرڻ لڳي هئي. اهو اهڙو وقت هو جڏهن ٽين دنيا جي ملڪن جي اسپتالن ۾ ڪوڙهہ جي بيمارن کي علاج لاءِ داخل ڪرڻ جي منع هوندي هئي. ان دوران پاڪستان مان آيل اها خبر ڏڪائيندڙ هئي، جنهن جو مطلب هو تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻو ئي هو!

"مهنجا پنهنجا ڏک ڪيترا نہ خسيس آهن"، مون پاڻ کي چيو "انساني سماج جي انهن ڌتڙيل انسانن جي تڪليفن ۽ عذابن جي ڀيٽ ۾ ..." خير- گهڻو اڳ 1961ع ڌاري ونٽربرگ ۾ منهنجي هڪ ڦڙتيلي دوست پهريون ڀيرو تحفا گڏ ڪري موڪليا. انهن تحفن ۾ دوائون، ڪپڙا،

اوني ڪتا وغيره شامل هئا. فري انول ڪان ووئرزبرگ تائين ماڻهن سان ملاقاتون، "ڊي اي ايچ ڊبليو" وارن سان منهنجي پهرين ڪامياب گڏجاڻي، دوستن کي قائل ڪرڻ، مختلف وسيلن ۽ ذريعن تائين - صنعتي مرڪزن سميت پهچڻ. اسين اخبار نويسن سان به ملياسين. ڊاڪٽر فاءُ جي ذاتي تجربن جون دلچسپ خبرون گهڻي اهميت حاصل ڪري ويون هيون، جيڪي اسين پنهنجي باقاعدي شايع ٿيندڙ سرڪيولر ليٽر ۾ "اسين پاڪستان جي ڪوڙهين جي مدد ڪريون ٿا". جي سري هيٺ پڌريون ڪندا هئاسين.

مختصر ته اهو سهڪار قائم هو ۽ آهي جو جيئن چوڻي آهي ته "قسمت سٺي آهي". بيشڪ، پر اهي پاڪ خدا جون رحمتون آهن. اسين ڪراچي جي دوستن جي وڏيڪ امداد ڪرڻ گهرون ٿا ته جيئن اسان جي ڊاڪٽر رُٿ فاءُ جي انسان دوستيءَ وارا ڪم، جن جي هينئر هر هنڌ ساراهه ڪئي پئي وڃي، وڏيڪ بهتر نموني ۾ ٿي سگهن ۽ اسان سيئي اميد ڪريون ٿا ته 2000ع جي شروعات ٿيندي ئي هوءَ پاڪستان ۾ ڪوڙهه جي بيماريءَ تي فتح حاصل ڪرڻ وارو پنهنجو مقصد حاصل ڪري وٺندي.

ڊاڪٽر فاءُ 70 ورهين جي عمر تي پهچڻ وارو ڏينهن ڪيئن ملهايو؟ ان جو احوال هن "منگهوپير نيوز ليٽر" ۾ هيئين ريت بيان ڪيو آهي.

"آئون ڪٿان شروعات ڪريان؟

انهن ننڍڙن اشارن ۽ اهڃاڻن سان ڪريان، جن 25 سيپٽمبر جي اچڻ جو اطلاع ڏنو هو؟ اهو ممڪن ڪونهي ڇا لاءِ ته اهڙا اشارا ۽ اهڃاڻ گهڻا ئي هئا ۽ اهي وسرڻ جهڙا ڪونه آهن. ڪي ٿورا مثال ڏيان ٿي: پهرين عملي جا نمائندا پنهنجو تحفو کڻي ايندا هئا. اهو تحفو منهنجي پسند جي هيڊي رنگ جي شلوار قميص (مڪاني لباس) هوندو هو. فيصلو ڪيو

ويندو هو تہ آئون اهو لباس پهرين 25 سيپٽمبر تي پائيندس.

پوءِ اهي مون کي جنم ڏينهن جو ڪارڊ ڏيندا هئا، ”مدر تنهنجي لاءِ پيار وچان. ماءُ اها آهي جيڪا ڪنهن چوڻ کان پهرين مدد ڪندي آهي، جيڪا ڪنهن بہ موٽ جي لالچ کان سواءِ ڏيندي آهي ۽ وڏي ڳالهہ اها تہ ماءُ جي پيار جو ڪو انت ئي نہ هوندو آهي.“

”جيئن هن هڪ پيري فيصلو ڪيو هو تہ هو هنن کي پيّار ڏيندو ۽ هن آخر تائين هنن کي پيار ڏنو.“ انجيل مقدس جو اهو جملو مون کي هميشہ پرڪشش لڳندو آهي.

آئون ان کان وڌيڪ پيو ڪهڙو خواب ڏسي پئي سگهيس تہ منهنجي جيڪا زندگي گذرندي اها ان پيار لاءِ نرمل ۽ اوجل هوندي.

پوءِ 25 سيپٽمبر 1999ع تي وڏي ديول ۾ گڏجاڻي ٿئي ٿي. قربان گاهہ وٽ ڇهہ پادري ميڙ کي خطاب ڪن ٿا. هر هڪ پادريءَ جو پروگرام سان ڪو نہ ڪو تعلق آهي ـ هر هڪ وٽ ڪا ڳالهہ آهي.

وڏي ديول ۾ آخري قطار تائين ڪرسيون پريون پيون آهن ـ عيسائي، مسلمان، هندو ٻوڌي، پارسي، اسان سان گڏ ڪم ڪندڙ ميري ايڊيلائيڊ لپرسي سينٽر جي گورننگ باڊي، بيمار دوست ـ اسان سان گڏ ڪم ڪندڙ مسلمان الياس جيڪو اسلام آباد مان آيو آهي، گڏجاڻيءَ کان پوءِ مون کان پڇي ٿو: ”آئون چئي نٿو سگهان تہ مون کي توکان اهو سوال پڇڻ گهرجي يا نہ. گڏجاڻي ڪيتري نہ شاندار ۽ ڪيتري نہ عاليشان هئي، ان هوندي بہ ڪا ڳالهہ رهجي ويئي هئي: تو ڪيترين ئي شمعون روشن ڪيون هيون، پر انهن جي روشني فقط قربان گاهہ تائين محدود هئي. مون انتظار پئي ڪيو تہ تون ڪي شمعون ڪٽي اسان کي ڏيندينءَ جيڪي ايندڙ وقت ۾ اهي ڪٽي هلندا.

اسان سان گڏ ڪم ڪندڙ هڪ هندو دوست ۽ اسان جي هڪ نوجوان سسٽر اها گفتگو ٻڌي ورتي. اهي 25 سيپٽمبر تي ان خيال تي عمل

ڪندا. هاڻوـ هن 25 سيپٽمبر تي، ۽ هن 25 سيپٽمبر تي پوليس ۽ رينجرس اسپتال ڏانهن ايندڙ سيئي رستا بند ڪري ڇڏيا هئا تہ جيئن مخالف ڌر وارا ان ايراضيءَ ۾ اهو مظاهرو نہ ڪري سگهن، جيڪو هنن ان تاريخ تي رکيو هو. اسان جي ساٿين ان دعوت جي تياريءَ لاءِ ڪيتري نہ تڪليف ورتي هئي! ۽ ڪيترن ئي ڏينهن کان بيمار ان جو بيقراريءَ سان انتظار ڪري رهيا هئا!

شام جو پنجين وڳي ٿوري وقت لاءِ رستن تان لنگهڻ جي اجازت ڏني وڃي ٿي. اسين ٽڪڙا ٽڪڙا وجي دعوت واري هنڌ پهچون ٿا. اسان کي هڪ پيو ڪلاڪ وڏي دروازي کان ٻاهر رستي تي ترسڻو پوي ٿو. ڇاڪاڻ تہ انتظار ڪندڙ ڪاميٽيءَ اڃا پنهنجو ڪم پورو نہ ڪيو آهي.

شهر ۾ خراب حالتن جي هوندي بہ اسان جا 800 ساٿي ۽ بيمار سلامتيءَ سان اتي پهچي ويا آهن. گيت، ننڍڙا ناٽڪ، رانديون، انگريزي ۽ اردو ۾ تقريرون ـ اسين سالگرهہ جو هڪ وڏو ڪيڪ ڪٽيون ٿا تہ گل پاشي ٿئي ٿي ۽ تاڙيون وڄن ٿيون. نيٺ ان دعوت جي هڪ هميشہ ياد رهڻ واري گهڙي اچي ٿي: شمعن کي روشن ڪرڻ واري گهڙي، سوامي هڪ ڏاڍي خوبصورتيءَ سان سينگاريل شمع مون کي ڏئي ٿو. هاشم (جنهن جي ڪوڙهہ جو علاج ٿي ويو هو) تيلي ٻاري ٿوـ اسين اها شمع ٻنهي پاسن کان روشن ڪريون ٿا. منهنجي زندگي بلڪل اهڙيءَ طرح گذري آهيـ ٻنهي پاسن کان ٻرندڙ شمع.

اونداهي هال ۾ پهرين منهنجي شمع روشن ٿئي ٿيـ پر آئون جيئن ئي اکيون مٿي ڪڻان ٿي تہ روشني اڱواٽ ئي سڄي هال ۾ پکڙجي وئي آهيـ آخري ڪنڊ تائين ۽ لنگهہ ۽ ڏاڪڻ تي پکڙجي وئي آهي. شمعن جي سونهري گرم روشنيءَ جي سمنڊ ۾ انداهو هال گرمجوشي ۽ اميد جو هڪ چمڪندڙ ڀيٽ نظر اچي ٿو.

ان تقريب جي پروگرام جو انتظام ڪندڙ ٽوليءَ جا دوست علامتي طور تي خبرداريءَ سان منهنجي شمع مان پنهنجون شمعون روشن ڪن ٿا.

ان روشنيءَ کي هاڻي ڪڏهن بہ ڪير نہ وسائيندو. ان واعدي جو پڙاڏو هر پاسي کان ايندو ٻڌان ٿي ۽ ڪيترائي ڀيرا اهو ورجايو ويجي ٿو.

تاريڪيءَ کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ کان بهتر آهي تہ هڪ شمع روشن ڪجي. اي خدا، تون هن سنگت تي پنهنجي ٻاجهہ ڀري نظر ڪر ۽ ان کي پنهنجي حفاظت ۾ رک!

ٻاهر رستي تي رينجرس جون گاڏيون تيزيءَ سان زوزاٽ ڪنديون گرجا جي ڀرسان لنگهن ٿيون. اهي گجگوڙ ڪندڙ سائرن وڄائين ٿيون. جڏهن تہ بسن، موٽر سائيڪلن، ڪارن کي ٻاهہ ڏئي ساڙيو وڃي ٿو ۽ فضا ۾ مشين گن جا ڪڙڪاٽ گونجن ٿا. اندر گرجا ۾ ڪوڙهين جي ٽولي اتحاد، امن ۽ صلح سانت جي تقريب پئي ملهائي.

سني ۽ شيعا، ڪرستان ۽ هندو، صفائي ڪندڙ ۽ انتظامي عملو، بيمار ۽ صحتمند ڪم ڪندڙ ۽ دوست، پارٽي ۽ افغان پناهگير، سنڌي ۽ پٺاڻ، بلوچ ۽ پنجابي. خاندان جي ڀاتين کي پڻ دعوت ڏني ويئي آهي. مرد مهمانن سان گڏ عورتون ۽ ٻار بہ آهن. آئون ڏاڍي خوش آهيان.“

روزاني ڊان اخبار جي ايڊيٽر ڏانهن هڪ خط ”ڪوڙهين جي علاج جا مرڪز“ جي سري هيٺ موڪليو ويو جيڪو 11 آگسٽ 2001ع تي ڇپيو هو.

ڊيره غازي خان ۾ شاهہ صدرالدين يونين ڪائونسل جي هڪ ڳوٺ جي ڪوڙهہ جي بيماريءَ ۾ ورتل ٽن ٻارن جي، 25 جولاءِ تي ڇپيل تصوير جي حوالي سان، ضلعي جي انتظاميہ جن ڇهن طبي ماهرن کي چونڊيو هو. اهي ان ڳوٺ ۾ ويا ۽ هنن تصديق ڪئي تہ ان خاندان ۾ هڪ وچڙندڙ موروثي بيماريءَ جا اهڃاڻ مليا آهن. ڪوڙهہ جي بيماريءَ جو تہ

سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي.

حقيقتن جي تصديق ڪرڻ ڪانسواءِ ڊان اخبارپنهنجو اداريو ”ڪوڙهہ اڃا بہ هڪ مسئلو“ جي سري هيٺ شايع ڪيو (28 جولاءِ). ڪوڙهہ هڪ قابل علاج بيماري آهي ۽ سماجي لاڳاپن جي ٽٽڻ جو خوف فقط ان وقت شروع ٿئي ٿو جڏهن درست تشخيص اهو ٻڌائي تہ اها بيماري واقعي موجود آهي. اداريي ۾ اهو بہ نہ ٻڌايو ويو تہ پاڪستان ۾ ان مسئلي جو ضروري حل موجود آهي.

ان سلسلي ۾ آئون, ڊاڪٽر رُٿ ڪي, ايم. فاءُ ۽ ڪراچي ۾ سندس قائم ڪيل ميري ايڊيلائيڊ ليپرسي ڪلينڪ جو حوالو ڏيان ٿو.

گذريل سال آئون جڏهن ڊيره غازي خان جي قبيلائي علائقي ۾ پوليٽيڪل ايجنٽ مقرر هئس, تڏهن ڪوهہ سليمان جي هڪ ڏورانهين هنڌ تي, ڏڪار جي سلسلي ۾ امداد ڏيڻ لاءِ ويو هئس. گهوڙي تي چڙهي سفر ڪرڻ ڪو سولو نہ هو. ان ڪري انتظامي ڪمن ڪرڻ سان گڏ آئون پاڻ سان دوائون بہ کڻندو هئس ۽ بيمارن ۾ مفت ورهائيندو هئس. اهڙي ئي هڪ سفر ۾ ڪوڙهہ جا پنج بيمار نظر آيا, جن ۾ هڪ اهو شخص بہ شامل هو جيڪو منهنجو ميزبان هو ۽ جنهن جي لانڍيءَ ۾ آئون بہ راتيون رهيو هئس.

ڊسٽرڪٽ مئنجمينٽ گروپ جو هڪ آفيسر هجڻ جي ڪري مون کي هميشہ فخر هوندو آهي جو اهو پراڻي بينڪي سرشتي جو آخري يادگار هو ۽ ان جي سٺين ڳالهين سان وابستہ هو. اڇوتن جي وچ ۾ رهڻ ۽ ڪوڙهين سان گڏ کاڌو کائڻ ڪا نئين ڳالهہ نہ هئي.

بهرحال منهنجي ميزبان منهنجي آنا ڪي ان وقت ٺوڙيو جڏهن هن مون کي چيو تہ تون پهريون پوليٽيڪل ايجنٽ آهين, جيڪو ان ويراني ۾ آيو آهي ۽ هنن وٽ اچي رهيو آهين ۽ اهو بہ ان ڏکئي وقت ۾ جڏهن اتي پيئڻ لاءِ پاڻي بہ ناهي. بهرحال آئون پهريون ڊاڪٽر نہ هئس. ڇهہ ورهيہ اڳ

هڪ "گورو فرشتو" گهوڙي تي چڙهي ٽن ڏينهن جو سفر ڪري هنن پٿريلي جبلن تائين پهتو هو. هن ڪوڙهين جي تشخيص ڪري هنن کي دوائون ڏنيون. هن انهن مسڪينن ۽ بيوس انسانن کي هڪ عام انسان وانگر زندگي گهارڻ جي اميد ڏني.

ڊاڪٽر رُٿ جي اسپتال ۾ جذام جي 68 مريضن جي داخلا ٿيل هئي. انهن مان 19 مريض اڃا تائين علاج هيٺ آهن ۽ جن ۾ منهنجو ميزبان بہ شامل آهي.

هن سرزمين تي جرمني مان آيل هڪ انگريز عورت ڪوڙهہ جي بيماريءَ خلاف جهاد جو اعلان ڪيو آهي. جڏهن تہ اسان جون جهادي تنظيمون انسان ذات سان جنگ ڪرڻ ۾ مصروف آهن. توکي شابس هجي ڊاڪٽر رُٿ. شال الله تعاليٰ توتي رحم ڪري"

# پڇاڙي

منهنجي دوستن جي مدد کان سواءِ هيءَ ممڪن ٿي نہ سگهي ها. هنن چيو تہ اسان عجيب قسم جا ماڻهو آهيون. شايد هو صحيح هئا. هنن چيو تہ جيترا مسئلا هئا اسين انهن ۾ ڪامياب ٿي نہ سگهون ها، پر هو اٿين سمجهڻ ۾ غلط هئا. حالانڪہ ڏکيائون تہ اسانجي آڏو وڏيڪ هيون ۽ اسان انهن کي منهن ڏنو.

پر حقيقت هيءَ آهي تہ اسان واقعي عجيب ٿي نظرِ آياسون. جڏهن اسان کي پنهنجي گذريل دور جون تصويرون ڏسڻ لاءِ ملنديون هيون، انهن ۾ بيري نائيس، جينائن ۽ آئون ميڪلوڊ روڊ تي واقع ان ڪالونيءَ جي گندي پاڻيءَ ۾ بيٺلِ هوندا هئاسون. جتي مريض اسان جي چوڌاري بيٺل نظر ايندا هئا. هاڻي اها صورتحال موجود ناهي، جڻ ڪو فلم جو سين هو. اها حقيقت آهي تہ ان قسم جي صورتحال موجود هئي. ان حقيقت جي اچرج ۾ وجهدڙ ڳالهہ اها آهي تہ اصل ٽيم مون سان 35 سال ساٿ ڏنو.

بيري نائيس 1990ع واري ڏهاڪي تائين اسان وٽ فارماسسٽ هئي. هن شروعاتي ڏينهن ۾ ڪجهہ نوجوانن کي هن ڪم ۾ شامل رکيو ۽ پراڻين تصويرن ۾ ڪيس آسانيءَ سان سڃاڻي

سگهجي ٿو. مون کي خبر ناهي تہ هن عورت جي مدد کان سواءِ اسان جو ڇا ٿئي ها؟ هن ڪوڙهہ جي ٽيڪنيشن عملي کي دوائون تيار ڪرڻ ۽ ڪمپائونڊري سيکارڻ ۾ اسان جي مدد ڪئي. هو اسان جي دوائن جي ذميوار هئي ۽ ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ دوائون موڪليندي هئي. اسان جا سيئي مريض، خاص ڪري ٻار ڪيس سڃاڻيندا ۽ ساڻس پيار ڪندا هئا. هو سندن زندگيءَ جو حصو بڻجي چڪي هئي. ان هوندي بہ سندس پيار ظاهر ڏسڻ ۾ نہ ايندو هو. يقيني ڳالهہ اها آهي تہ سندس جڳهہ تي ڪو ٻيو هجي ها تہ هو ڪڏهوڪو اسان کي ڇڏي هليو وڃي ها. ٻيري نائيس ورگاس بابت سوچڻ جي ضرورت آهي. هوءَ هاڻي 80سالن جي ٿيڻ واري آهي، ان عمر ۾ بہ هوءَ پلائيءَ جي ڪمن ۾ شريڪ ٿئي ٿي ۽ ايم اي ايل سي لاءِ ڪم ڪري ٿي، جنهن سان سندس تعلق شروع کان رهيو آهي.

مئڪلوڊ روڊ تي واقع ڪالوني ۾ رهڻ واري دور جي ڳالهہ آهي تہ هڪ ٻيرو دڪان آڏو مريضن جو هڪ هجوم لڳو پيو هو. ڪين چيڪ ڪرڻ جو عمل جاري هو. ٻيري نائيس دوائون ناهڻ واري ڪنڊ ۾ پنهنجي ڪم ۾ مصروف هئي. عبدالرحمن ۽ هيلن بہ پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ رڌل هئا. جينائين ڊريسنگ جو ڪم ڪري رهي هئي ۽ مکيون اسان تي لامارا ڏئي رهيون هيون. مون ڏٺو تہ ڪو ڌاريو ماڻهو اندر آيو آهي. مون سمجهيو تہ هن ماحول ۾ جيڪڏهن مون کي اها خبر نہ پوي ها تہ ڪا وڏي ڳالهہ نہ هئي پر آئون ماٺ ڪري ويهڻ بدران مريضن کي چيڪ ڪرڻ لاءِ اوڏانهن هلي ويس. هو پنهنجي جاءِ تان اٿين هلي ويئي جيئن ڪو جيت اڏامي ويو هجي. اها بلڪل هڪ خوبصورت عورت هئي. ٿوري دير کان پوءِ سندس ڪنگهڻ مان

خبر پئي تہ هو اتي ئي موجود آهي. ان عورت مون کي ٻڌايو تہ هو چمڙيءَ جي بيمارين جي ڊاڪٽر آهي. هن اسان جي هن اداري بابت ڪافي ٻڌو ۽ پوءِ اسان کي پنهنجون خدمتون آڇيائين. مون چيو واه واه! ساڳئي قسم جو جذبو اهو چوڻ کان پوءِ آئون مريضن کي چيڪ ڪندي رهيس. ڪجهہ بيگمات اسان کي ڏسڻ لاءِ آيون هيون. سندن خوبصورت ساڙهيون جهڙ لڏي رهيون هجن پر اها صورتحال جاري رهي نہ سگهي. بس رڳو مريضن لاءِ برياني، ڪجهہ مالي امداد ۽ بس ان شام پيري نائيس ٻڌايو تہ هوءَ ان عورت کي ڪافي ڏينهن کان سڃاڻي ٿي. اسان جڏهن گرومندر جي علائقي ۾ اسڪول هلائيندا هئاسون تڏهن ان ۾ هن جا ٻار پڙهندا هئا. هن ڪوڙهہ بابت هڪ مقالو بہ پڙهيو هو. مون کي وڏي حيرت تڏهن ٿي جاڏهن هو ٻئي ڏينهن اسان وٽ ڪم شروع ڪرڻ لاءِ اچي پهتي.

هن پاڻ اسان جي ان حيرت کي محسوس ڪيو. سڀ پرڏيهي آهيون، اسان ۾ ڪو بہ پاڪستاني ناهي. هڪ جرمن ڊاڪٽر، مئڪسيڪو جي فارماسسٽ، بيلجيئن نرس ۽ آمريڪي مددگار ۽ اسين سڀ ڪوڙهہ جي مرض جو علاج ڪري رهيا هئاسون. ٻاهر نڪتل ۽ سور ۾ ٿهڪندڙ گوشت ۽ ڦٽ! اهو ڪو عام رواجي ڪم نہ هو.

ان هوندي بہ ڊاڪٽر زرينا فضل ڀائي واپس نہ وئي ۽ هن اعزازي ميڊيڪل آفيسر جي حيثيت ۾ ڪم شروع ڪري ڏنو. مان سمجهان ٿي تہ جيڪڏهن هوءَ نہ هجي ها تہ اسان جو اهو ڪم شروع ٿي نہ سگهي ها. جيڪڏهن سندس ڪوششون شامل نہ هجن ها تہ اسان کي ان ڪم ۾ سالن جا سال لڳي وڃن ها. زرينا پهرين عورت

هئي جنهن اهو خيال غلط ثابت ڪيو تہ ڪوڙهہ جي مرض جو علاج رڳو مذهبي يا چرين ماڻهن جو ڪم آهي. هن جي پانهن پيلي ٽيڻ ڪانپوءِ ٻاهرين ماڻهن اسان جي هن ڪم ۾ شريڪ ٿيڻ بابت سوچيو ۽ کين خبر پئي تہ اها سندن بہ ذميواري آهي. هن اسان جي هن ڪم لاءِ اشتهاري مهم هلائي، ميلا ۽ تماشا منعقد ڪرايا. جيڪو ڪم آئون ڪڏهن بہ نہ ڪري سگهيس. هوءَ اسان جي هن پروجيڪٽ لاءِ مالي وسيلا هٿ ڪرڻ ۽ آهستي آهستي ماڻهن جي شرڪت يقيني بنائڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي.

ڊاڪٽر زرينا ڪوڙهہ جي خاتمي واري پروگرام ۾ حڪومت جي دلچسپيءَ جو ذريعو بڻي (آئون هن قسم جي سوديبازي نہ ڪري سگهان ها) ان ڪري مون ان جي عمل جوڳي هئڻ بابت رپورٽ تيار ڪئي ۽ هن ان لاءِ حڪومت جي مدد حاصل ڪئي. هن پروجيڪٽ ۾ شامل ٿيڻ کان پوءِ جلد هن پنهنجي خاندان جي ڀاتين کي بہ هن ڪم لاءِ راضي ڪري ورتو. مون کي سندس ننڍڙيءَ جي سالگره ملهائڻ ياد آهي. اها سالگره اسپتال ۾ ڪوڙهہ جي مريضن سان گڏ ملهائي وئي. هن پنهنجي پٽ کي مريضن کي ٽيوشن پاڙهڻ لاءِ همٿايو. هن اسپتال جي اسٽئنسٽڪس ڊپارٽمينٽ جي ڊائننگ روم جي ٽيبل تي ٽي جنم ورتو. سندس پارن ۾ دوستن ڪارڊ ٺاهڻ جو ڪم سرانجام ڏنو. آخرڪار هو اها ڳالهہ سمجهي چڪي هئي تہ اسان هن ڪم ۾ ڪيڏو نہ سنجيده آهيون. هو پئي جي رهنمائي ۾ هر ڪم لاءِ تيار هوندي هئي. سندس مقصد رڳو ڪوڙهہ جي مريضن جو علاج هو. اهو اعزاز هن عورت کي ئي حاصل آهي، جو سندس ڪوشش سان پاڪستان ۾ هن اداري بابت ذميواري وارو رويو اختيار

ڪيو ويو.

هوءَ اسان کي گهڻو وقت اڳ ڇڏي هلي وئي پر آءٌ سمجهان ٿي هوءَ اڄ به اسان وٽ موجود آهي ڇاڪاڻ ته سندس خواب پورا ٿي رهيا آهن. يعني پاڪستان ۾ ڪوڙهه جي مرض جو خاتمو اچي ويو آهي. اسان کي هاڻي ڪوڙهه جي پاڙ پٽڻ واري ٻئي مرحلي ۾ سندس سخت ضرورت هئي. هن مرحلي ۾ اسان کي ڪوڙهه سان گڏوگڏ سلهه ۽ انڌپڻي جي بيماريءَ جي پڻ پاڙ پٽڻي آهي. ڊاڪٽر زرينا بيماريءَ مان صحتياب ٿيڻ کان پوءِ بمبئي ڏسڻ جي خواهش ڏيکاري جيڪا سندس جنم پومي آهي ۽ جتي هو پڙهي ۽ اها يونيورسٽي جتي هوءَ ۽ سندس مڙس پهريون ڀيرو مليا. هو بمبئي پهتي جتي ڏٺيءَ ڪيس پاڻ ڏانهن گهرائي ورتو ۽ اسان جي ٽيم ۽ مريض هن امله ساٿيءَ لاءِ ماتم ڪندا رهجي ويا. اسان کي ان ڳالهه جي سخت ضرورت هئي ته ڪو ماڻهو اڳتي اچي ۽ اچي هن اسپتال جون انتظامي ذميواريون سنڀالي وٺي ته جيئن اسان ۽ اسان جا رضاڪار علاج ۽ سکيا وارن شعبن ڏانهن وڌيڪ ڌيان ڏئي سگهون. پوءِ اهو ڪرنل آيو ۽ جنهن اچي هي ذميواريون سنڀالي ورتيون. اسان وٽ لکت ۾ ڪي به قاعده ۽ ضابطا جوڙيل نه هئا. اسان وٽ موڪلن عملي جي پگهارن ۽ انتظامي طور نظم و ضبط رکڻ لاءِ ڪي بہ قاعده ۽ ضابطا نه هئا. هر قسم جي ڪم لاءِ زباني معاهدو ڪيو ويندو هو. هي ان وقت آيو جڏهن ٽريڊ يونين وارن جي ڏکهي جنگ هلندڙ هئي. اسان جي يونين جي سيڪريٽري اسپتال ۾ ڪم ڪندڙ سموري عملي جي پگهار ۾ 13 سيڪڙو واڌ آڻڻ لاءِ احتجاج شروع ڪري ڏنو هو. ان قسم جي سرگرمين سبب سمورو ڪم بند ٿيڻ وارو هو. مون

محسوس ڪيو تہ هاڻي مون ۾ ڪم جاري رکڻ جي سگهہ ناهي. ڪرنل بہ صحيح وقت تي آيو آهي. هن پنهنجي بهتر انتظامي صلاحيتن سان ڪم ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. فوجي مهارت حاصل هئڻ ڪري هو جلد مسئلا حل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

سندس پهريون ڏينهن يادگار هو. هن اسپتال گهمي ڏٺي. ان کان پوءِ سوال ڪيائين تہ منهنجي آفيس ڪٿي آهي؟ مون کي ڪل اچي ويئي ڇاڪاڻ تہ هتي تہ منهنجا لاءِ بہ مناسب آفيس نہ هئي. مون چيو مانس، ”توهان پنهنجي لاءِ ڪجهہ تاهڻ ۾ آزاد آهيو.“ پوءِ هن ائين ڪيو. ڪجهہ شعبا نئين سر ترتيب ڏنا ويا .ڪن کي ملائي هڪ ڪيو ويو جنهن جو نتيجو اهو نڪتو هڪ وڏي آفيس ٺهي پئي جتي هن هڪ وڏي ڊيسڪ آڻي رکرائي. جنهنڪري اسپتال ۾ اينڊڙ ۽ نوڪريءَ لاءِ درخواستون ڏيندڙ ماڻهو گهڻو متاثر ٿيا. جيڪڏهن هو منهنجي دور وارو حال ڏسن ها تہ ڪين عجيب لڳي ها ۽ سوچين ها تہ هو هتي اچي ڇا ڪندا؟ جنهن هڪ ٻئي شخص هن اداري لاءِ تمام گهڻي مدد ڪئي سا آهي منهنجي ڀيڻ آرم گارڊ مون کان بہ سال ننڍي ٿئي. جڏهن هوءَ هتي آئي تہ اسپتال ٽريڊ يونين وارن جي احتجاج سبب بدنظميءَ جو شڪار بڻيل هئي. هوءَ قانون جي شعبي ۾ گريجوئيٽ آهي. منهنجي ڀيڻ جي هتي ڪم ڪرڻ تي اسان جي خاندان وارن کي حيرت ٿي هوءَ ستن سالن تائين اسان سان گڏوگڏ ڪم ڪندي رهي.

آرم گارڊ انتظامي معاملن ۾ پيش اينڊڙ مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ پيڙ هئي هوءَ مون ۽ منهنجي ساٿين جي پيٺ ۾ وڏيڪ همٿ واري هئي. هن سڀ کان پهرئين قانوني معاملن جو حل ڪڍيو. ان

کان پوءِ عملي جي ماڻهن ۾ سنڌن خاندان وارن لاءِ قرض ڏيڻ جو پروگرام شروع ڪيائين. هن لاچار ماڻهن کي به قرض ڏيڻ جي رٿا شروع ڪئي. کيس لکڻ جي خاص صلاحيت حاصل هئي. سنڌس دورن جون رپورٽون پرپور هونديون هيون. حالتن بابت سنڌس پيش ڪيل جائزو ايترو ته اثرائتو هوندو هو جو پڙهندڙن کي ائين لڳندو هو ڄڻ هو ان دوري ۾ ساڻس گڏ هو. هوءَ کل پوڳ مان به لطف اندوز ٿيندي هئي، جيڪو زنده رهڻ جي خواهش ڪندڙ هر شخص ۾ ڪوڙهه جي مرض ۾ سنجيده ماڻهن لاءِ ضروري سمجهيو ويجي ٿو.

هوءَ هر قسم جو ڪم ڪري ونندي هئي، ڏکئي وقت تي ماڻهن جي مدد ڪرڻ، سنڌن ڏک سور دور ڪرڻ ۾ کين پيهر پنهنجي پيرن تي بيهارڻ سنڌس مشن هوندو هو. ان قسم جون شيون مان رٽائرڊ ٿيڻ کان پوءِ ڪرڻ چاهيان ٿي، جڏهن مون وٽ وقت هوندو. مان هڪ مذهبي تنظيم جي ميمبر آهيان. مون پنهنجي سڄي زندگيءَ لاءِ عهدو ڪيو آهي ان ڪري مونکي مستقبل جي سلامتيءَ جو ڪو به خطرو ناهي. آرم گارڊ جو خاندان جرمني ۾ رهي ٿو. هن پنهنجي نئين چاول ڏهتي کي ڏسڻ پئي چاهيو. کيس پنهنجي پينشن بابت پريشاني هئي. جيڪو ماڻهو گهٽو پري رهندو آهي، تنهن کي پلئه تمام ٿورو پوندو آهي. ان مجبوريءَ سبب هو واپس هلي وئي پر هتي گذاريل سنڌس ست سال اڻ وسرندڙ ۽ خوشين وارا هئا.

صفيا خان اسان وٽ ڊاڪٽر زرينا جي معرفت آئي هئي. هو پونا ۾ رهڻ دوران اسڪول کان وٺي هڪبئي کي سڃاڻين ۾ پاڻ ۾ دوست آهن ۽ 1947ع ۾ بئي گڏجي پاڪستان آيون هيون. هوءَ تعليم دان آهي. هن آخر ۾ نيو ٽاؤن ۾ گورنمينٽ گرلز اسڪول جي

هيڊ ماستريائڻي جي حيثيت ۾ خدمتون سر انجام ڏنيون. ان اسڪول جو نالو سندس نالي تي رکيو ويو آهي. هن رٽائرڊ ٿيڻ کان پوءِ انسانيت جي خدمت لاءِ ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻ چاهيو ٿي. ڊاڪٽر زرينا ڪيس اسان وٽ وٺي آئي. هن هتي ميري ايڊي ليڊ ليپروسي سينٽر ۾ اعزازي حيثيت ۾ خدمتون شروع ڪيون. هو ان مول متي کان متاثر ٿي هئي ته "اونداهيءَ تي لعنت ملامت کان بهتر آهي ته هڪ ڏيئو ٻارجي" هن سڄي پاڪستان ۾ اسڪولن جو دورو ڪيو هو. ڪيس ڪوڙهه جي مرض بابت ڄاڻ هئي. هن مالي وسيلا هٿ ڪرڻ لاءِ سلائيڊ تيار ڪيون. مئچ باڪس جو افتتاح ڪرايو ۽ مقابلا منعقد ڪرايا.

هن ڪوڙهه جي ٽئڪنيشن عملي کي انگريزي پڙهائي. وٽس پڙهي پري کان شاگرد ايندا هئا جن جي تعليم جو معيار بنهه ڪريل هو. هو ڪيس ياد ڪندا رهن ٿا. هڪ سادي عورت. هوءَ هڪ بس ۾ چڙهي اسان وٽ آئي، حالانڪ ان وقت هوءَ گهڻو بيمار هئي. هن پنهنجي بيماريءَ کي وڏي بهادريءَ سان لڪائي رکيو. جڏهن اسين ڪائنس سندس صحت بابت پڇندا هئاسون. ته سندس اکين ۾ خوشي نظر ايندي هئي، جنهن مان سندس پيڙا جو اندازو به ٿيندو هو. هوءَ انساني حقن لاءِ وڙهندڙ عورت هئي، شايد اهو ئي سبب هو جو هو يوم پاڪستان يعني 23 مارچ تي گذاري وئي. جيتوڻيڪ صفيا شروع کان وٺي اسان سان گڏ نه هئي پر هن وڏي جذبي سان ڪم شروع ڪيو ۽ آخر تائين هن اداري سان لاڳاپيل رهي.

۽ اڄ تازو آئون ڪراچيءَ ۾ انتهائي سار سنڀال واري شعبي ۾ داخلا هئڻ دوران اوچتو اُٿي ويٺيس، مون کي پهرئين خيال آيو

ڪيڏو نه سٺو ـ توهان جي مهرباني! پروگرام مضبوط هٿن ۾ آهي. اهو يقين مون لاءِ آسمان مان آيل ڪا سوکڙي آهي. ڪم جاري رهندو بلڪل ان جذبي سان جنهن سان اسان شروع ڪيو هو. اسان ان تي ڊگهي عرصي کان ڪم ڪندا پيا اچون. جڏهن اسان ڪاٺن مان ٺاهيل ڇپرن ۾ ڪوڙهه جو علاج شروع ڪيو هو جيئن نائيس نائيس ۽ بيري نائيس ۾ اسان سڀ هڪ مقصد تي متفق ٿياسون ته اسان جو مشن ڪاميابيءَ سان حقيقي معنيٰ ۾ تڏهن ئي مڪمل ٿيندو جڏهن اسان جي غير موجودگي محسوس نه ڪئي ويندي.

پر ائين ٿيڻ ۾ دير تي وئي ڇاڪاڻ ته معاملو اسان جي سوچ کان وڌيڪ ڏکيو ثابت ٿيو. جڏهن مون پنهنجي 35هين سالگره ملهائي ته اها هڪ اهڙي يادگار تقريب هئي، جو ان ۾ 35 ڳاڙها گل پيش ڪيا ويا. مون پنهنجي پر قسم کنيو ته منهنجو جانشين 35 سالن جو ٿيڻ وقت هن اداري جون ذميواريون سنڀالي وٺندو. اها هڪ اهڙي عمر ٿئي ٿي جنهن کي وڃائڻ مناسب ناهي.

پر اهو مقرر مدو! مون کي احساس ٿيو ته ڊاڪٽر او ايم 21 سالن کان اسان سان گڏ هو. منهنجو پهريون جانشين ۽ اختيارن جو ڏٺي هيءَ ايماندار جفاڪش، پيشي جي معاملن ۾ انتهائي پڙهان ڪري پنهنجو منصب جلد حاصل ڪري ورتائين. هي جڏهن ڪمال تي پهتو ته ان کان وڌيڪ ڪجهه ڪرڻ لاءِ نه بچيو هئس، ان ڪري هُن اسان صحت جي عالمي اداري سان ڪم شروع ڪري ڏنو. هيءَ اجا تائين انهيءَ ئي پروگرام تي عالمي بئنڪ ۽ بين بين الاقوامي تنظيمن سان گڏجي ڪم ڪري ٿو جيڪي پنهنجي ماهرن کي وڏيون پگهارون ڏين ٿيون. اسان مختلف قسم جي پروگرامن کي اوليت ڏني.

غلط فهميون وڏيڪ گهريون ٿي ويون... هڪ ڏکي مگر پيڙا واري عمل کان پوءِ اسان هڪٻئي کان الڳ ٿي وياسون. اسان جو تعلق ٻن مختلف دنيائن سان هو. اهڙيون ٻه دنيائون جيڪي ڪڏهن به پاڻ ۾ ملي نه ٿيون سگهن. اسين گڏ ته ڪم ڪري سگهون پيا پر گڏ رهي ۽ هڪٻئي جي ڪم ۾ شريڪ ٿي نه پيا سگهون.

اڄ اسان کي خبر پئي ٿي ته اسان جو فيصلو صحيح هو. ڊاڪٽر او ايم هڪ اهڙي ڌنڌي ۾ مصروف آهي، جيڪو سندس وقت بچائي ٿو ڇاڪاڻ ته آپريشن ۾ گهٽ وقت ۽ گهٽي سگهه خرچ ٿيندي آهي پر ايم اي ايل سي ۾ ٿيندڙ ان ڪم مان اسان کي خوشيون ۽ اطمينان حاصل ٿيندو هو.

موجوده انتظاميا! اسان جي هڪ وڏي ڪهاڻي ـ زندگيءَ جي ڪهاڻي ـ ڊاڪٽر اشفاق هڪ نوجوان گريجوئيٽ جي حيثيت ۾ اسان سان اچي شامل ٿي ويو. 1971ع ۾ پاڪستان ۽ هندستان وچ ۾ لڳل جنگ دوران هي فوج ۾ هليو ويو ۽ جيئن ڪيس موقعو مليو ته واپس هليو آيو. سندس آڏو ڪوڙهه جو چئلينج هو جيڪو ڪنهن پئي شعبي ۾ ناهي. اڄڪلهه هو نه رڳو ايم اي ايل سي پر ڪوڙهه بابت پاڻ پتوڙيندڙ سيني غير سرڪاري تنظيمن جو چيف ايگزيڪيٽو آفيسر (ECO) هئڻ سان گڏوگڏ وفاقي حڪومت جو نائب صلاحڪار پڻ آهي. هي ملڪ ۾ موجود ٽيم جو سربراهه به آهي. سندس وڏي ۾ وڏو ڪارنامو ڳالهائڻ جي غير معمولي صلاحيت آهي. باقي ڳالهيون آهستي آهستي سکي سگهجن ٿيون، پر ٻين لاءِ بهتر خواهش جي اظهارِ سان پنهنجو پاڻ کي بهتر انتظامي پوزيشن ۾ آڻي سگهجي ٿو. ڊاڪٽر اشفاق انتظامي ڪائونسل، ميڊيڪل

ڊائريڪٽر، ائڊمنسٽريٽو ڊائريڪٽر ۽ فنانس ڊائريڪٽر سميت پنهنجي سموري ٽيم تي تمام گهڻو ڀروسو ڪندو آهي.

ڊاڪٽر ضياءَ پنهنجي پيشي سان مخلص ۽ اعتماد ڪرڻ جهڙو ميڊيڪل ڊاڪٽر آئون سمجهان ٿي تـہ هن لکڻ جو بـہ ڪم شروع ڪيو آهي. جيڪو هن ڪتاب لکيو آهي. "Serving the unserved" آهستي آهستي ڏاڍو مشهور ٿيندو. انگريزيءَ ۾ لکيل هيءُ ڪتاب جلد سنڌي ٻوليءَ ۾ پڻ شايع ٿي سگهندو. اهم انگريزي اخبارون سنڌس لکڻيون هميشہ خوشيءَ مان شايع ڪنديون آهن. انسان جي ٽيم جا ساٿي حقيقتون مجرائڻ واري انداز ۾ پيش ڪرڻ جي صلاحيت رکڻ تي کيس داد ڏيندا آهيون. ايم اي ايل سي پاران ٿيندڙ اڪثر لکپڙهہ ڊاڪٽر ضياءَ جي هٿن سان لکيل هوندي آهي. کيس صحيح ۽ ڪامياب فيصلا ڪرڻ جي مڪمل صلاحيت حاصل آهي. آئون اڪثر موقعن تي سنڌس پاران ٿيندڙ مداخلت تي ڏاڍو خوش ٿيندي آهيان. فنانس ڊائريڪٽر پريما چندا راءِ جو تعلق سري لنڪا سان آهي، کيس سماجي مسئلن بابت غير معمولي ڄاڻ آهي. سنڌس زندگيءَ جو طور طريقو بلڪل سادو آهي. سنڌس دل ۾ محتاج ۽ ضرورت مند انسانن لاءِ گهري همدردي ۽ ساڳئي وقت کيس پنهنجي شعبي ۾ جيڪا ڄاڻ ۽ مهارت حاصل آهي، جنهن ذميواريءَ سان هو هن اداري جا مالي انتظام هلائيندو آهي، سي منهنجي لاءِ اچرج ۾ وجهندڙ آهن. هي اهو ئي شخص آهي، جنهن عملي جي پاران پلائي جون رٿائون شروع ڪيون جن هاڻي ڪامياب ڪاروباري شڪل اختيار ڪري ورتي آهي. نـہ ظاهري قاعدن تي عمل ڪرڻ جي ونس اهميت ناهي، ان ڪري 24 ڪلاڪ نہ تہ گهٽ

۾ گهٽ 18 ڪلاڪ ڪم ڪرڻ لاءِ تيار رهي ٿو. پوءِ انهن ڪي موڪلن لاءِ گڏي پنهنجي اباڻي ڏيهه هليو ويندو آهي، جڏهن هو سري لنڪا هليو ٿو وڃي تہ پوءِ اوهان مستقبل قريب ۾ هن جي واپس ورڻ لاءِ رڳو دعائون ڪري سگهو ٿا. توهان ڪي سندس واپس ورڻ جي ڪڏهن بہ پڪ نہ ٿيندي. ورڻ ڪانپوءِ هو ٽيم جي انهن سيني ساٿين سان گڏ ڪم ڪرڻ پسند ڪندو جن ڪي ڪوڙهہ جا جراثيم نہ لڳا آهن (ڪوڙهہ اڄڪلهہ علاج ـ جوڳو مرض آهي) پر جيڪڏهن ڪوڙهہ جو سبب بڻجندڙ جراثيم زنده آهي تہ پوءِ توهان نہ رڳو بيمار پر لاعلاج رهندؤ.

مروين لوبو: مون هن کي ڊاڪٽر او ايم کان حاصل ڪيو هو. ڊاڪٽر او ايم هڪ نوجوان ۽ بلاشڪ هن ٽيم جو روشن ستارو هو. ان وقت تائين اعليٰ انتظامي عهدي تي نہ پهتو هو. ڇهن سالن جي عرصي تائين اسان صوبن ۾ شروع ڪيل پنهنجي رٿا جي ڪاميابي ۽ آڏو آيل مسئلا حل ڪرڻ لاءِ گڏجي ڪم ڪيو هو. اسان هڪ پيرو بس جي آپگهات کان ذري گهٽ بچياسون هڪ پيرو جيپ ۾ سفر ڪندي اسان جان جي جوکي ۾ رهي. ڪشميري جبلن ۾ هڪ ڇپ ذري گهٽ اسان جي مٿان ڪرڻ واري هئي. جڏهن اسان ان ڇپ کان بچڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئاسون تہ لوبو جو هٿ مضبوطيءَ سان مون ۾ پئجي ويو. اسان ان ڇپ هيٺ آيل پير ڇڪي ڇڪي ڪڍياسون (۽ سامان بہ بچائي ورتوسون) ڇپ کان بچي نڪرڻ کان پوءِ اسان علائقي جي خوبصورتيءَ جو مزو ورتو ۽ اتان جي قبائلي ماڻهن جي زندگي اسان کي ان جو اچرج ۾ وجهي ڇڏيو. اسان اهي ڏکيا سال ڪيئن گڏ گذاريا، اسان کي احساس تڏهن ٿيو جڏهن اسين

ڪراچي واپس پهتاسون ۽ لوبو ڊائريڪٽر ائڊمنسٽريشن جون ذميواريون سنڀاليون. افسوس جو اسان جي مهم جوئي وارو سلسلو ختم ٿي ويو يا هنن پنهنجي فطرت بدلائي ڇڏي. هاڻي اسان جي آڏو جيڪو چئلينج هو سو هو ڪوڙهه جو قومي پروگرام – سلهه ۽ انڌپڻي تي ڪنٽرول ڪرڻ جو پروگرام.

1990ع جي شروع ۾ جڏهن ايم اي ايل سي جو ادارو انتظامي لحاظ کان هڪ بدترين دور مان ٻاهر آيو ته اها هن جي ڪاميابي هئي. جڏهن ٻه هن اداري کي ڪو مسئلو درپيش هوندو هو جيئن هن وقت اداري کي مالي وسيلا گڏ ڪرڻ جي ضرورت آهي، ته ٽيم لوبو جي مدد حاصل ڪندي هئي ۽ هو ظهير سان گڏجي ٽاڻي تي وڃي، اتي ان شخص کي تشدد کان بچائي وٺندو هو. مون کي خبر ناهي ته ڊاڪٽر لوبو جي مدد کان سواءِ ايم اي ايل سي جو ادارو هن حوالي سان پيش ايندڙ معاملن کي ڪيئن منهن ڏيندو.

ايگزيڪيٽو ڪائونسل: هي هڪ اهڙن ساٿين تي ٻڌل تنظيم آهي، جيڪي مذهبي رواداريءَ ۾ ويساهه رکن ٿا. ڊاڪٽر اشفاق مسلمان آهي، سنڌس تعلق سني فرقي سان آهي. پريم روايتي طور ٻڌ ڌرم جو پوئلڳ، ڊاڪٽر ضياءَ ڪئٿولڪ فرقو اختيار ڪندڙ لوبو جائي ڄم کان ڪئٿولڪ. ٻيا ٻه اهڙا ساٿي جن جي سهڪار کان سواءِ اسان پنهنجي مشن ۾ ڪاميابي ماڻي نه سگهون ها. محمد اشرف، جنهن 18 سالن تائين جيلن ۾ ڪوڙهه جي ٽيڪنيشن طور خدمتون سرانجام ڏنيون، جنهن کي پوءِ آزاد ڪشمير ۾ ڪوڙهه ۽ سلهه جي بيماري لاءِ ٽيڪنيشن جون ذميواريون سونپيون ويون. محمد علي، اترين علائقن ۾ ڪوڙهه ۽ سلهه روڪڻ لاءِ ڪم ڪندڙ

عملي جي سيني ساٿين ڪان عمر ۾ ننڍيو ،حامد شاهه جيڪو بلوچستان جي وسيع علائقي ۾ ڪوڙهه جي مرض جي خاتمي لاءِ مقرر ڪيل ساٿي، سيد عزادار حسين جنهن سنڌ صوبي ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ هڪ ٽيم تيار ڪئي، عبدالحميد جنهن هڪ ڪروڙ 20 لک آباديءَ واري شهر ڪراچي ۾ ان ساڳئي چئلينج کي ڪاميابيءَ سان منهن ڏنو. قربان جنهن سينٽرل افغانستان ۾ 16 سالن تائين هر قسم جي تڪليف کي بهادريءَ سان منهن ڏنو. تان جو طالبان حڪومت اچي ڪيس پاڪستان پڄي وڃڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو ته جيئن هو پنهنجي گهرواري ۽ ٻارن جي زندگي بچائي سگهي. اسان مريضن تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪندي، ڪيترا ڀيرا پنهنجي جان جوکي ۾ وڌي آهي، ذري گهٽ زندگي بچڻ تي ڪيڏو نه خوش ٿيا آهيون ۽ پوءِ نون چئلينجن ۽ نين مهمن لاءِ رٿا بندي ڪئي آهي.

انتظاميه: هن ۾ شامل ساٿي سکيا واري شعبي جي نئين سر تنظيم ڪاري ڪندا رهيا آهن. الياس، اسلام آباد ۾ منهنجو پي_اي، فرانسز جڏهن ڪنهن کي به خبر نه هوندي آهي ته هاڻي ڇا ڪجي، اهڙي صورت ۾ آخري حربي طور هن جي مدد حاصل ڪئي ويندي آهي، ۽ هو اسان جي صحيح مدد ڪرڻ لاءِ صحيح ماڻهو جي صحيح ائڊريس هٿ ڪري وٺندو آهي. بين الصوبائي رابطا ڪاميٽي، جنهن سان مان ڪنهن به موضوع بابت خيالن جي ڏي وٺ ڪري سگهان ٿي ۽ هو ان تي عمل ڪرائيندو. انساني حقن جي مداخلت کان وٺي گاڏين ۽ سلهه کي روڪڻ لاءِ دوائن جي فراهمي، حڪومت جي قانونن ۽ قاعدن ۾ تبديليءَ کان وٺي، صورتحال جو جائزو وٺڻ، گاڏين جي مرمت کان وٺي اي ميل ڪنيڪشن لڳرائڻ تائين، ڊسٽرڪٽ

ليپروسي ڪنٽرول جيڪو سرڪاري شعبي ۾ ڪوڙهہ جي مرض جي خاتمي لاءِ سهوليتن جي فراهميءَ جو ذميوار آهي، ڪان وٺي هزارين مريضن تائين اهي سهوليتون پهچائڻ جهڙي هر مرحلي تي مددگار آهي.

پاڪستان ۾ ڪم ڪندڙ 480 رضاڪارن مان هر هڪ جو ڪردار آهي. چاهي اهو انتظامي لحاظ کان مٿئين عهدي تي ڪم ڪندو هجي يا هڪ ڊرائيور جي حيثيت ۾، هر هڪ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. بحران گڏجي حل ڪيا ويچن تا ۽ تشدد وارو رجحان رکندڙ سماج ۾ پر امن طريقي سان معاملن جو حل تلاش ڪيو ٿو وڃي ۽ سيئي مستقبل جي چئلينجن لاءِ بہ تيار آهن.

## گذريل چاليهن سالن تي سرسري نظر

"اسين ڪير آهيون؟" مون پنهنجي رضاڪار کان پڇيو. هڪ منٽ خاموش رهڻ کان پوءِ ميرون کلي ويٺو "اسين!" هن وراڻيو "اسين عام ماڻهن جو هڪ اهڙو ٽولو آهيون، جن هڪ غير معمولي ڪم لاءِ سوچيو ۽ ان ۾ ڪاميابي ماڻي." اهو بلڪل صحيح آهي، غير معمولي ملڪ جي 14 ڪروڙ آباديءَ مان 300،50 ڪوڙهہ جا مريض تلاش ڪيا ويا. اهي مريض ملڪ جي جابلو ٿر وارن علائقن ۽ وڏن شهرن جي گندن علائقن مان ڳولي هٿ ڪيا ويا، انهن مريضن مان 97 سيڪڙو مريضن جو ڪامياب علاج ڪيو ويو. لڪين دوستن ان مان فائدو ورتو. اهي دوست انهن ماڻهن مان هئا جن کي سماج وساري ڇڏيو هو ۽ بيمارن جي آواز کي دبائي ڇڏيو هو. 1960ع ۾ اسان ڪاٺ مان ٺاهيل هڪ ڇپري ۾ ان ڪم جي شروعات ڪئي،

آخري حالت ۾ جنهن تي ساٿي ٽوليون ڪندا هئا، جنهن کي مريض شڪ جي نگاهه سان ڏسندا هئا. ڪم شروع ڪرڻ وقت اسان جي کيسي ۾ رڳو 20 رپيا هئا. ٽن سالن جي عرصي ۾ اسان ڪراچي شهر جي هن اهم علائقي ۾ هڪ جديد اسپتال قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿياسون. اٺن سالن جي عرصي ۾ اسان حڪومت کي سڄي ملڪ ۾ اسان سان گڏجي ڪوڙهه خلاف قومي پروگرام شروع ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو. 1980ع ۾ هن اسپتال کي نيشنل ٽريننگ انسٽيٽيوٽ جو درجو ڏنو ويو. 1996ع ۾ اسان پاڪستان ۾ ڪوڙهه جي مرض تي ڪنٽرول ڪرڻ ۾ ڪاميابي ماڻي. تمام گهڻين تڪليفن جي باوجود آئون حد کان وڌيڪ خوش آهيان. اسان سڄي پاڪستان ۽ افغانستان ۾ به وياسون. تنظيمي ۽ مالي حوالي سان تمام گهڻا مسئلا هئڻ جي باوجود مان ڏاڍي خوش آهيان. اهي مسئلا هن وقت ڏاڍا ڏکيا ٿا لڳن پر اسان انهن کي حل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا سون. ڪير ڪم جاري رکندو؟ ڪوڙهه جي مرض تي ڪنٽرول ٿي چڪو آهي پر ان جي پاڙاچان تائين پهچي نه سگهي آهي ۽ اها ڪڏهن به شايد پهچي نه سگهي. ڇاڪاڻ ته ان مرض جو سبب بڻجندڙ جراثيم 2 کان 5 سالن بلڪ 40 سالن تائين زنده رهي سگهي ٿو. هر سال پاڪستان ۾ 800 کان 1000 نوان ڪيس نروار ٿي رهيا آهن. سڄي دنيا ۾ ظاهر ٿيندڙ هر سال انهن نون ڪيسن جو انگ ست لک آهي. معاملو رڳو ان جراثيم تي ڪنٽرول ڪرڻ جو ناهي، اهو ته دوائن سان ختم ڪري سگهجي ٿو. اهو ڪو ڏکيو ڪم ناهي، پر ان بيماريءَ سبب ڏکهي مدي لاءِ جيڪو نقصان رسي ٿو تنهن جو ڇا ٿيندو؟ ۽ ٽٽل خانداني تعلقات، مايوس دوستين، وچايل موقعن، معذور ٿي ويل

هٿن، پيرن، منهن ۽ تباهه ٿيل نظر جو ڇا ٿيندو؟ هن بيماريءَ سبب جيڪو نقصان ٿي چڪو آهي ۽ جيڪو ٿي رهيو آهي، ان جي فهرست ڪير تيار ڪندو؟ صحت جي عالمي اداري پاڪستان کي ڪوڙهه جي مرض مان آجو ٿيل ملڪ قرار ڏنو آهي. ”بلڪل ڪوڙ!“ ان ۾ ڪاميابي تڏهن ٿيندي جڏهن اسان جا مريض، تشخيص، عملي جا ماڻهو اهڙي ڳالهه ڪن ۽ هو سمجهن ته هاڻي ڪوڙهه جي خاتمي جون ڳالهيون هلي رهيون آهن. ڪڏهن به نه، اسان ته رڳو جراثيم تي ڪنٽرول ڪيو آهي. وڌيڪ نه.

پاڪستان ۾ 18000 مريضن کي معذوري کان بچڻ لاءِ باقاعدگيءَ سان دوائون ملي رهيون آهن. رڳو ڪراچي ۾ 23 هزار مريض ۽ سندن خاندان ٻيهر آبادڪاريءَ واري عمل ۾ شريڪ آهن ته جيئن سندن وڃايل وقار ۽ عزت ٻيهر بحال ٿي سگهي. متاثر ٿيل ٻارڙن کي اسڪولن ۾ داخل ڪرڻو آهي ۽ پاڪستان جي 14 ڪروڙ آباديءَ ٻاران انهن ماڻهن کي هڪ ڪارائتي شهري جي حيثيت ۾ قبول ڪرڻو آهي.

ته علاج تڏهن ممڪن ٿي سگهيو آهي جڏهن پاڪستان ۾ اسانجي انساني حقن تائين رسائي ممڪن ٿي آهي. کاڌي جو حق، ڪپڙي جو حق، اجهي جو حق، بنيادي صحت، تعليم ۽ سماجي رتبي جو حق ۽ مزدوري ڪرڻ لاءِ مارڪيٽ ۾ هڪجهڙو حق (هن کي مقامي ٻوليءَ ۾ ڪٽي کهڙي به نالي سان سڏيو وڃي) اهي سمورا حق ملڻ کان پوءِ ئي اسان دعوي ڪري سگهون ٿا ته هاڻي مريضن جي علاج جو عظيم مقصد حاصل ٿي چڪو آهي.

حڪومت کي اهو ميراثڻ آسان ڪم ناهي ته هو اسان جي

قائم ڪيل ادارن کي پاڻ سان ملائي ڪم جاري رکي، حالانڪ هاڻي اهو ڪو ڏکيو معاملو به نه رهيو آهي ۽ رضاڪار به مطمئن ناهن. جبل جهاڳڻ کان پوءِ جڏهن توهان هڪ ڪچي گهر وٽ پهچو ٿا ۽ هر هڪ کي چيڪ ڪرڻ کانپوءِ ڪوڙهه جي مريض هٿ نه اچڻ تي الله تعاليٰ جا ٿورا مڃيو ٿا. پر پوڙهن ماڻهن جي حالت خطري ۾ آهي. ڇاڪاڻ ته سندن نظر ختم ٿي رهي آهي. جيڪي بارڙا نجات حاصل ڪري ڪري رهيا آهن ۽ مائرون جيڪي گهٽي ڪنگهه کان متاثر ٿيل آهن.

ان ڪري اسان ڪوڙهه سان گڏ سلهه ۽ انڌپڻي جي مرض تي به ڪنٽرول ڪرڻ جو پروگرام شروع ڪيوسون، جنهن سان عملي جي ماڻهن کي خبر پئي ته اجان سندن ضرورت آهي ۽ سندن اُن ڪم کي عزت جي نگاهه سان ڏٺو پيو وڃي. سلهه واري مرض جي صورت ۾ چڻ توهان ڪنهن جي جان بچائي رهيا آهيو. ان حوالي سان 58 هزارن کان به وڌيڪ مريضن جو علاج ڪيو ويو آهي. انڌپڻ خلاف جهاد ڪندي اوهان انسان جي نظر پيهر بحال ٿا ڪريو. 2002ع تائين 233,116 ماڻهن جو انڌ پڻ کان بچڻ جو علاج ڪيو ويو. اهو اسان جو هڪ خواب آهي ته اهيءُ پروگرام ڪامياب ثابت ٿئي، جنهن لاءِ بنيادي سهولتن وارو ڍانچو موجود آهي، جتي مريضن کي سهولتون فراهم ٿيل آهن ۽ اهي سهولتون هر مريض کي ان جي ضرورت مطابق فراهم ڪيون ويون آهن.

محمد علي جو چوڻ آهي ته آئون ڏاڍو پريشان هئس، آئون بلڪل چريو ٿي پيو هئس. هو سمجهن ٿا ته اتي هڪ ڇوڪري آهي جنهن جي ڪرنگهي واري هڏي سلهه سبب متاثر آهي. يقينن ڪين

خبر آهي تہ ان حالت سبب ڇوڪري سور ۾ وڪوڙيل آهي ۽ هو ان حالت ۾ وڏي ٿيڻ کان اڳ معذور ٿي ويندي ۽ جيڪڏهن سندس آپريشن نہ ڪيو ويو تہ پهريون ڀار ڇٽڻ وقت سندس زندگي ختم ٿي سگهي ٿي. مان خاموش رهي نہ ٿو سگهان. "توهان مسلمان آهيو؟" مون ڊاڪٽر کي مخاطب ٿيندي چيو. تون قيامت جي ڏينهن ڪهڙو جواب ڏيندين؟ جيڪڏهن ڇوڪري مري وئي تہ تون ڪهڙو جواب ڏيندين. "هن پريشانيءَ جي حالت ۾ نهاريو ۽ هاڻي مان ڏاڍو خوش آهيان، ڇاڪاڻ تہ صحت جو عالمي ادارو هاڻي ان قسم جي مريضن جو علاج ڪري رهيو آهي.

اهو مستقبل آهي. جيڪڏهن اسين اهو اڪيلو گروپ نہ آهيون تہ بہ يقينن انهن ٿورن ماڻهن ۾ شامل آهيون، جن ڏهاڪو سال کن اڳ ان مقصد لاءِ آواز اٿاريو هو. اسان جي ساٿين پڪو پهہ ڪيو آهي تہ اسان پنهنجون روايتون برقرار رکنديون، هيءُ جوکي جهڙو فرض سرانجام ڏينداسون. خدا جي مهربانيءَ سان هي گروپ فرشتن واري خدمت سرانجام ڏئي رهيو آهي، ڇاڪاڻ تہ هو انسانيت جي جذبي سان سرشار ٿي ڪوڙهہ سلهہ ۽ نظر کان محروم مريضن کي بهترين سهولتون فراهم ڪري رهيا آهن.

اها ڪا آخري بيماري نہ هوندي، ڇاڪاڻ تہ ايڊز هاڻي اسان جي دروازي وٽ پهچي چڪي آهي. جيڪڏهن توهان اسان جي مدد ڪرڻ چاهيندؤ تہ اسان انهن انسانن تائين پهچي سگهنداسون جن کي پيو ڪو بہ سهارو ناهي.

# پيڻ رٿ جي اميد جي سوکڙي

اولهہ جرمني جي هن باهمت ڊاڪٽر جي لڳاتار ڪوشش سبب پاڪستان ۾ ڪوڙهہ جي موذي مرض کي روڪڻ ۾ مدد ملي آهي. رٿ فاءَ هڪ ڏينهن پاڪستان جي شهر ڪراچي ۾ واقع دواخاني ۾ ويئل هئي تہ ڪيس پيٽ ۾ سور پيو. 30 سالن جي هن عورت کي ان قسم جي تڪليف اڳ ڪڏهن بہ نہ ٿي هئي. بيڪار ڪاٺ ۽ ڇپرن سان ٺهيل هيءُ ننڍڙو دواخانو ڪوڙهہ جي اهڙن مريضن سان ڀريل هو جن جي ڦٽن مان پاڻي وهي رهيو هو. ان صورتحال سبب ايتري تہ بدبوءِ پيدا ٿيل هئي جو رٿ لاءِ ساهہ کڻڻ بہ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو هو. هيٺ گندي فرش تي هڪ اهڙو ماڻهو ويٺل هو جنهن جا هٿ ۽ پير ائين سڪڙجي ۽ ڳري چڪا هئا جو ڄڻ اهي ڪنهن انسان جا نہ پر جانور جا هجن.

رٿ انهن مريضن جي پرگهور جو ڪم جاري رکيو ۽ جلد ئي سندس خيال ان ويساهہ ۾ تبديل ٿي ويو تہ هيءَ ئي اها جڳهہ آهي جتي سندس ڪم جي ضرورت آهي. سندن دل تيزيءَ سان ڌڙڪڻ لڳي ۽ هن پنهنجي پرڀرو بيٺل دائيءَ کي مخاطب ٿيندي چيو تہ "اسان هن صورتحال کي بدلائڻ ٿا چاهيون."

مارچ 1960ع ۾ ڪيل ان اوچتي فيصلي اڳتي هلي پاڪستان ۾ رهندڙ ڪوڙهہ جي لکين مريضن جون حياتيون بچائي ورتيون. ان وقت پاڪستان ۾ ڪوڙهہ جي مريضن جي علاج لاءِ ڪا بہ سهوليت موجود نہ

هئي. جنهن کي مرض لڳندو هو اهو خود متن مائٽن کي الوداع ڪرڻ کانپوءِ جهنگ منهن ڪري هليو ويندو هو يا وري مت مائٽ ڪيس گهران ڪيڍي ڇڏيندا هئا. پوءِ ڇا ٿيندو هو جو ڪوڙهه جا ستايل ڪراچي جي گندي ۽ بدبودار هنڌ تي اچي گڏ ٿيندا هئا. جتي هو پنهنجي ڏکن واري حياتيءَ جا ڏينهن پورا ڪندا هئا.

رٿ فاءَ جي ان جدوجهد سبب اڄ پاڪستان جي ڏورانهن علائقن ۾ به هن مرض جي علاج جون سهولتون موجود آهن ۽ ملڪ ۾ هن بيماريءَ جا واقعا وڏي حد تائين گهٽجي چڪا آهن. هاڻي پاڪستان ايندڙ ڏهن سالن جي عرصي ۾ هن مرض تي ڪنٽرول ڪرڻ جي قابل بڻجي چڪو آهي. رٿ فاءَ سندس ان ڏکي ۽ اڻٿڪ جدوجهد جي مڃتا طور ڪيترائي ايوارڊ ماڻيا آهن جن ۾ وفاقي جمهوري جرمني جو "گراس ور ڊينيسڪريرو مٽ سٽيزن آف دي آرڊر آف ميرٽ" ۽ پاڪستان حڪومت پاران عطا ڪيل "هلال امتياز" به شامل آهن. ميجر جنرل محمد محسن، جيڪو رٿ فاءَ کي ان وقت ڪان سڃاڻي جڏهن ڪان هو ڊائريڪٽر جنرل هيلٿ آف پاڪستان رهيو جو چوڻ آهي ته رٿ فاءَ جون ڪاميابيون ڏسي حيرت ٿي ٿئي. واقعي هيءَ بي پناهه صلاحيتن جي مالڪ خاتون آهي.

رٿ جي مضبوط همت وارو ڪردار ۽ خدمت جو جذبو انهن سالن ۾ شروع ٿيو جڏهن جرمني ۾ هٽلر جي اقتدار جو سج عروج ڏانهن وڌي رهيو هو. 9 سيپٽمبر 1929ع تي پيدا ٿيندڙ هيءَ نينگري ليپزگ شهر ۾ وڏي ٿي. سندس والد هڪ ڪامياب ڪاروباري شخص هو ۽ کيس نازين کان سخت نفرت هئي. جيتوڻيڪ جبري طور هوءَ به هٽلر جي فوج ۾ شامل رهي پر هن ڪڏهن به هٽلر جي نظريي کي تسليم نه ڪيو. هڪ ڏينهن سندس ڪلاس ۾ نازي جي ان نظرئي تي بحث شروع ٿيو ته "وڏي ۾ وڏي بهادري ان غير واسطيدار ماڻهو خلاف ڪارروائي ڪرڻ آهي جيڪو ڪنهن مصيبت ۾ ڦاٿل آهي" اهو بحث ٻڌڻ شرط رٿ پنهنجي جذبن تي

ضابطو رکي نہ سگهي ۽ رڙيون ڪندي ڪلاس ۾ روم مان ٻاهر هلي وئي.
رٿ کي جنگ ختم ٿيڻ کانپوءِ ڏاڍا ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پيا، جڏهن اوڀر جرمني ۾ واقع ليپزنگ روس جو حصو بڻجي ويو ۽ ملڪي معيشت تباهيءَ جي ور چڙهي وئي. 1948ع ۾ هو پنهنجي پيءُ سان ملڻ لاءِ اولهہ جرمني هلي وئي جيڪو هڪ سال اڳ ۾ جان بچائي اچي گهر پهتو هو. ڪجهہ عرصي کانپوءِ سندس پيءُ ۽ وڏيون پينرون بہ اتي اچي ساڻن گڏ رهڻ لڳيون. ان کانپوءِ هن سندس ماءُ ۽ ننڍي ڀيڻ کي سمگلنگ ذريعي بارڊر جي هن پاسي آڻڻ لاءِ ايجنٽ کي ڳري رقم ادا ڪئي. بعد ۾ رٿ ويئز بادين شهر ۾ هڪ ڪمري واري فليٽ ۾ اچي رهڻ لڳي ۽ هن هاڻي ڊاڪٽر ٿيڻ جو پڪو پهہ ڪيو.

پر رٿ جيئن ئي مينز جي يونيورسٽيءَ ۾ ميڊيڪل جي شعبي ۾ پڙهائي شروع ڪئي تہ هوءَ روحاني طور بحران جو شڪار ٿي وئي. سندس چوڻ هو تہ اسان واري نسل کي تاريخ تباهہ ۽ گمراهہ ڪري ڇڏيو آهي. جڏهن اسين ننڍا هئاسون تہ اسان تباهيءَ جون ڪئمپون ڏٺيون، جن اسان کي مايوس ۽ مستقبل مان نااميد ڪيو." آئون محسوس ڪريان تہ جيڪڏهن مون کي زندگيءَ جو اطمينان جوڳو سبب نظر نہ اچي، تہ پوءِ اهڙي زندگيءَ کان بهتر مان پاڻ کي مارڻ چاهيندس."

1950ع جي وچ ڌاري سندس ملاقات ڊچ جي هڪ پوڙهي عورت سان ٿي، جيڪا امن مشن لاءِ جرمني جو دورو ڪري رهي هئي. اها عورت اڳ ۾ جرمني ۾ ڪئمپ ۾ رهي چڪي هئي. پر سندس باري ۾ رٿ جو چوڻ آهي تہ هوءَ جڏهن بہ ڪنهن سان ملندي هئي تہ سندس چهري تي ڪاوڙ بلڪل نہ هوندي هئي. ان ڊچ خاتون جو چوڻ هوندو هو تہ "مستقبل انهن ماڻهن جو آهي، جيڪي درگذر جو جذبو اختيار ڪندي پيار ۽ محبت سان زندگي گذارڻ چاهين ٿا."

ان عورت سان ملاقات کانپوءِ رٿ پنهنجو فرقو پروٽيسٽنٽ ڇڏي

ڪئٿولڪ فرقو اختيار ڪيو. ڇاڪاڻ تہ هن لاءِ هن فرقي جو صوفياڻو انداز اهم هو ۽ هاڻي هوءَ خدا تعاليٰ جي وجود کي روزمره جي زندگيءَ ۾ شدت سان محسوس ڪرڻ لڳي هئي. ان ڪيفيت بابت رٿ جو چوڻ آهي تہ اها منهنجي ذاتي سوچ هئي ۽ اهي سڀ سوچون مناسب بہ نہ هيون پر اهي ڳالهيون منهنجي زندگيءَ جو حصو بڻجي ويون ۽ اها حقيقت منهنجي زندگيءَ ۾ اڄ ڏينهن تائين موجود آهي."

1957ع ۾ جڏهن هوءَ ڊاڪٽر بڻجي چڪي هئي تہ هن "سوسائٽي آف ڊاٽرز آف هرٽ آف ميري" ۾ شموليت اختيار ڪئي. اها سوسائٽي 1791ع ۾ فرانس ۾ هڪ حڪم هيٺ قائم ڪئي وئي هئي. هن سوسائٽي جا ميمبر بنهہ ٿورا ۽ عام قسم جا ماڻهو هئا, ۽ سندن مقصد ڏکن ۽ مصيبتن خلاف ڪوشش ڪرڻ هو. ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ رٿ پنهنجي فرقي جي صوبائي سربراهہ سان ملاقات ڪري ڪيس ايشيا موڪلڻ جي خواهش ڏيکاري. هن چيو تہ "مان سمجهان ٿي تہ ٽئين دنيا جي ملڪن جي عوام لاءِ بک, ٿڌ ۽ بي گهر رهڻ سندن مستقبل بڻيل آهي ۽ آئون سندن انهن ڏکن ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ چاهيان ٿي". مارچ 1960ع ۾ رٿ هڪ جهاز ذريعي ڪراچي رواني ٿي وئي.

رٿ ڪراچي ۾ ڪوڙهہ جي جن مريضن جو علاج شروع ڪيو سي "مائڪو بئڪٽيريم ليپرس" جهڙي بئڪٽريا کان متاثر ٿيل هئا, جيڪا بيماري ڪل جي هيٺان انساني گوشت ۽ دماغ سان تعلق رکندڙ رڳن کي تباهہ ڪري ڇڏيندي آهي. جيئن تہ ان صورت ۾ مريض درد محسوس نہ ڪندا آهن ۽ پنهنجي ڦٽن کي نظرانداز ڪندا رهندا آهن, جنهنڪري مريض جي شڪل ئي بگڙجي تباهہ ٿي ويندي آهي. پر عام سوچ جي ابتڙ ڪوڙهہ جي بيماري گهڻي وچڙندڙ ناهي. حقيقت اها آهي تہ اڪثر بالغ ماڻهو هن بيماريءَ جو شڪار ٿي سگهن ٿا ۽ ٻارن جي شڪار ٿيڻ جا امڪان وڌيڪ هوندا آهن. ڊگهي عرصي تائين ۽ وڌيڪ ويجهو رهڻ جي

صورت ۾ هن بيماريءَ جي جيوڙن جي وڌڻ ۽ ويجهڻ جا امڪان هوندا آهن.

اهو دواخانو جتي رٿ اچي علاج شروع ڪيو سو چار سال اڳ ميڪسيڪو جي هڪ خدائي خدمتگار عورت بيرينائيس ورگاس ڪوليو هو جنهن جو تعلق به ساڳئي ئي فرقي سان هو. هن دواخاني جو نالو "ڊاٽرز آف دي هارٽ آف ميري"جي باني ايڊيلڊي ميري ڊيسائيس جي نالي تي رکيو ويو. رٿ جي ڪراچي اچڻ وقت هي دواخانو ڪراچي ريلوي اسٽيشن جي پير ۾ واقع هو. جتي 150 مريضن جو علاج ڪيو پئي ويو. اهو هنڌ انتهائي گندو ۽ رهڻ جي لائق نه هو اتي هروقت جهيڙيڪار ماڻهو موجود هوندا هئا. رات جي وقت پرپاسي جي دڪانن مان ڪتا اچي سڄي رات مريضن جي هٿن ۽ پيرن ۾ چڪ هڻندا رهندا هئا.

رٿ ۽ سندس اڌ درجن رضاڪار پارنهن ڪلاڪ ڪم ڪندا هئا. هر مهيني ٻه هزار کان به وڌيڪ مريض علاج لاءِ هتي ايندا هئا. آپريشن انهيءَ گندي فرش تي ئي ڪيا ويندا هئا.مريضن کي مکين کان پري رکڻ لاءِ رڳو هٿ جو پکو موجود هوندو هو. مينهن وسڻ جي صورت ۾ اتي پاڻي گڏ ٿي ويندو هو. اهڙي صورت ۾ عملي جا ماڻهو گهري پاڻيءَ جي وچ ۾ واقع گند ڪچري جي ڍير تي رهڻ تي مجبور هوندا هئا. رٿ جوچوڻ آهي ته هي اهي ڏينهن هئا, جڏهن هوءَ سمجهي نه سگهندي هئي ته "آيا خدا جيڪو پنهنجي ڪائنات سان هيترو پيار ڪري ٿو هي لقاءُ ڏسي اُن بابت ڪجهه چوڻ سندن شان ۾ گستاخيءَ جي برابر ٿيندو يا ائين چوڻ ڪا دعا ٿيندي"

اهي مسئلا هئڻ جي باوجود, رٿ علاج جي سهولتن جي معيار گهٽائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ڪمري جي ڪنڊ ۾ هڪ ننڍڙي لئبارٽري قائم ڪئي وئي, جتي هن ڪوڙهه ۾ ورتل مريضن کي سندن علاج جون آسان ٽيسٽون ڪرائڻ بابت سکيا ڏني. ائنٽي بايوٽيڪ ۽ ٻين

دوائون ڪمري جي ٻي ڪنڊ ۾ رکيون ويون. جڏهن تہ باقي ٻن ڪنڊن ۾ مريضن کي فزيو ٿراپيءَ جون سهولتون فراهم ڪيون ويندڙيون هيون. رٿ جو چوڻ آهي تہ ان مان ان حقيقت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ جيڪڏهن ڪو ماڻهو چاهي تہ ڪيڏو نہ ڪم ڪري سگهي ٿو!

1963ع ۾ رٿ اولهہ جرمني جي ڪئٿولڪ فرقي سان تعلق رکندڙ امدادي ايجنسي ”مائيسر“ جي مالي سهڪار سان ڪراچي شهر جي مرڪز ۾ هڪ ٻہ ماڙ نرسنگ هوم خريد ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. توقع مطابق پاڙي ۾ رهندڙ ماڻهن اها نئين اسپتال بند ڪرائڻ لاءِ آواز اٿاريو. پهرين هنن امن امان ۾ خلل وڌو ۽ بعد ۾ عدالت جو در کڙڪايو. رٿ ان قدم خلاف سڄي دنيا ۾ ڪوڙهہ خلاف جهاد ڪندڙ ماڻهن ۽ تنظيمن جو تعاون حاصل ڪيو ۽ انهن سنڌس حمايت ۾ خط لکيا. ماهر ڊاڪٽرن، خاص طور برطانيا جي ڊاڪٽر اسٽينلي براڻون اهو مؤقف اختيار ڪيو تہ ان اسپتال جي قائم ٿيڻ سان پاڙي وارن کي ڪو بہ خطرو ناهي. ڇاڪاڻ تہ هڪ مريض جو علاج شروع ڪرڻ کانپوءِ اها بيماري ٻئي کي نٿي لڳي. آهستي آهستي مخالفت گهٽجڻ لڳي ۽ هاڻي اتي ميري ايڊيلائيڊ ليپروسي سينٽر (ايم اي ايل سي) جي اٺ ماڙ عمارت موجود آهي، جنهن کي ماڻهو اعتماد ۽ احترام جي نگاهہ سان ڏسن ٿا.

1964ع تائين هن اسپتال ۾ جيترن مريضن جو علاج ٿي رهيو هو سو ملڪ ۾ موجود سيني مريضن جي حساب سان تمام ٿورو سيڪڙو هو. انڪري سڄي ملڪ ۾ ڪوڙهہ ۾ ورتل مريضن جي سروي ڪرڻي پئي. ان صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ علاج لاءِ وڌيڪ مرڪز قائم ڪرڻا پيا ۽ ٽيڪنيڪل ۽ طبي حوالي سان سکيا ورتل ۽ عزم رکندڙ عملو مقرر ڪرڻو پيو. اهو ڪم هڪ خانگي خيراتي اسپتال لاءِ ڏاڍو ڏکيو هو. انڪري رٿ کي ملڪي سطح تي مالي وسيلا هٿ ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪرڻيون پيون.

پاڪستان ۾ چمڙيءَ جي بيمارين جي ماهر ڊاڪٽر زرينا فضل ڀائي، جيڪا 1962ع کان رٿ جي ڀانهن ٻيلي رهي آهي ، جو چوڻ آهي ته رٿ هميشه مصروف رهندي آهي. هو ٽائيپ رائيٽر هميشه پاڻ سان گڏ رکندي آهي. ٻلي ڪٿي هوءَ ڪنهن ڪاموري سان ملڻ لاءِ ڪجهه گهڙين ٽائين انتظار ۾ هجي پر ان دوران به هو پنهنجي مشين ڪڍي ڪم ڪرڻ لڳندي ڪندي آهي. اسان مذاق ۾ ڪيس چوندا آهيون ته جيڪڏهن خدا اوچتو رٿ کي ٻڌائي ته هاڻي هو هن دنيا ۾ رڳو ڏهن منٽن جي مهمان آهي ته به هوءَ "ها" ۾ پنهنجو ڪنڌ لوڏي، وري ڪم ۾ شروع ٿي ويندي.

رٿ جي تصور عملي شڪل اختيار ڪرڻ شروع ڪري ڏني.1970ع جي شروع ٿيڻ ٽائين عملي ڪي ڪوڙهه جي مرض جي علاج بابت ضروري سکيا فراهم ڪئي وئي. ملڪ جي چئني صوبن ۾ سروي جو ڪم شروع ٿي چڪوهو ۽ ملڪ جي ڏورانهن علائقن ۾ علاج جا مرڪز قائم ٿي چڪا هئا. 1979ع ۾ رٿ کي ڪوڙهه جي مرض بابت وفاقي حڪومت جو اعزازي صلاحڪار مقرر ڪيو ويو.

رٿ جو نالو هن وقت تمام گهڻو مشهور ٿي چڪو آهي ۽ ڪيس پنهنجي شخصيت جي نماءُ ڪرڻ جي ڪابه ضرورت ناهي. هڪ دفعي هن امداد ڏيندڙ وفاقي حڪومت جي هڪ اداري جي چيئرمين سان ملاقات ڪئي، جنهن کانئس پڇيو ته هوءَ ڪٿي رهندي آهي؟ ان سوال ڪندڙ آفيسر کي يقين هو ته رٿ جي رهائش ڪراچي شهر جي ڪنهن خوبصورت علائقي ۾ هوندي. پر رٿ اهو ورائيو ته "هڪ جيپ ۾". جنهن تي چيئرمين کان هڪ وڏو ٽهڪ نڪري ويو. ان جواب کانپوءِ رٿ جي خدمتن بابت حڪومت آڏو صحيح صورتحال ظاهر ٿي. هن جدوجهد ۾ شريڪ هڪ ساٿيءَ جو چوڻ آهي. ته وفاقي حڪومت جي ڪاموري ۽ رٿ وچ ۾ ٿيل ان ڳالهه ٻولهه کانپوءِ امدادي رقم وڏي پئماني تي ملڻ شروع ٿي وئي. هن وقت پاڪستان جو نيشنل ليپروسي ڪنٽرول سينٽر (اين ايل

سي پي) ڇهه اسپتالون ۽ 109 علاج جا مرڪز هلائي رهيو آهي. جنهن لاءِ 460 ماڻهن جو عملو موجود آهي. 1968ع ۾ اهو قومي مرڪز شروع ڪرڻ ڪان وٺي هن وقت تائين سڄي ملڪ ۾ 33 هزار مريضن جو علاج ڪيو ويو آهي. ڪيترن ئي مريضن جون حياتيون جهنم ٿيڻ کان بچايون ويون آهن. پاڪستان جي اترين علائقن ۾ رهندڙ هڪ عورت آمنا جو مثال پيش ڪري سگهجي ٿو. رٿ 1980ع ۾ جبل جي هڪ چر ۾ 14 ورهين جي هڪ ڇوڪري ڏٺي، جيڪا ڪپڙن ۾ اڌ اگهاڙي هئڻ سان گڏوگڏ ڏڪي رهي هئي. هوءَ اتي ٻن سالن کان نظربند رکي وئي هئي.

بدناميءَ کان بچڻ لاءِ ڪوڙهه ستايل مريض جو اصل نالو بدلايو ويو آهي.

رٿ پاران اتان جي ڳوٺاڻن کي ان مرض جي حقيقت بابت آگاهي ڏيڻ جي باوجود آمنا جي خاندان کيس ان هنڌ تان واپس آڻڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. جنهن ڪانپوءِ ڪوڙهه جي مرض بابت رٿ جي تيار ڪيل عملي جي هڪ ماڻهوءَ پنهنجي گهر ۾ آمنا جي پالنا ڪئي. هن وقت آمنا جي عمر 24 سال آهي. هوءَ مڪمل صحتياب آهي، شادي شده آهي ۽ کيس اولاد به آهي.

ڪوڙهه جي ستايل مريضن جي تلاش ۾ رٿ کي شينهن جي ڳولا ۾ نڪتل قبيلائي ماڻهن جي هڪ ٽولي هٿان گولين به کائڻيون پيون، پر هوءَ زخمي ٿيڻ کان پاڻ بچائي وئي. اهو قبيلائي ٽولو علائقي ۾ آيل خطرناڪ ٻوڏ سبب تباهه ٿي ويو ۽ هڪ ڇپ هيٺان دٻجي ختم ٿي ويو. اهڙي صورتحال ۾ اها رٿ جي همٿ ئي هئي جنهنڪري سروي جو هيءُ ڏکيو عمل جاري رهيو. طبي عملي جي هڪ ساٿي محمد، جيڪو هن وقت صوبي سرحد ۾ خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي، جو چوڻ آهي ته هڪ ڀيري اسان کي سروي لاءِ سنڌونديءَ جي هڪ انتهائي خطرناڪ گهيڙ تان درياءَ پار ڪرڻو پيو ۽ درياءَ ٽپڻ لاءِ اسان وٽ هوا سان ڀريل ٻڪريءَ جي کل

مان نهيل ساندري تي ويھي وڃڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪو بہ حيلو وسيلو ڪونہ هو. محمد جو چوڻ آهي تہ هو اهو اڙانگو سفر ڪرڻ کان ڪيٻائي رهيو هو پر رٿ فاءِ بهادري ۽ همٿ جو مظاهرو ڪندي شروعات ڪئي، ۽ ڪيس ائين ڪندي ڏسڻ کانپوءِ عملي جي ٻين ماڻهن کي بہ سندس پوئواري ڪرڻي پئجي وئي. رٿ کي سندس ڪم ڪار جي سلسلي ۾ اڳوڻي صدر جنرل ضياءَالحق سان بہ ملاقات جو موقعو مليو. ضياءَالحق جي هڪ نياڻي معذور هئي.

هو اهڙا ڪم ڪندڙ ماڻهن جي حوصلا افزائي ڪندو هو. ضياءَالحق ڪيٿولڪ فرقي سان تعلق رکندڙ هن خدائي خدمتگار عورت سان ويجهي رابطي ۾ رهيو. هو هن سلسلي ۾ ٿيندڙ پروگرامن ۾ شريڪ ٿيندو هو ۽ هن مقصد لاءِ سرڪاري امداد ۾ اضافو پڻ ڪندو رهندو هو.

ضياءَالحق رٿ جي هڪ اهم ۽ پسنديده رٿا شروع ڪرڻ ۾ پڻ مدد ڪئي. 1979ع ۾ افغانستان ۾ ٿيل روسي ڪاهہ سبب افغانستان جي ڪوڙهہ ۾ وڪوڙيل مريضن پاڪستان ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي. جنهنڪري رٿ مجاهدن جي ترسائڻ لاءِ قائم ڪيل علائقن ۾ ڪوڙهہ جي بيماريءَ کان بچڻ جو مرڪز قائم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. جڏهن مون ضياءَ کي ان پروگرام بابت ٻڌايو تہ هو تمام گهڻو خوش ٿيو ۽ فوري طور مونکي هڪ جيپ فراهم ڪئي ۽ ڪتي ڦاسي پوڻ جي صورت ۾ اتان بچائي ڪڍڻ جي خاطري پڻ ڪرائي.

خوش قسمتيءَ سان ان قسم جي مدد جي ضرورت ئي پيش نہ آئي. 1984ع ۾ افغانستان جو پهريون دورو ڪرڻ کانپوءِ هو تي پيرا افغانستان وئي آهي، جتي هن هزاره جت علائقي ۾ ڪوڙهہ جي مرض جي علاج جا ڇهہ مرڪز ۽ 16 ابتدائي اسڪول قائم ڪيا آهن. ضياءَالحق پاران ان قسم جي امداد ۽ ڊاڪٽر رٿ پاران سندس ٿورا مڃڻ جي باوجود هن ڪڏهن بہ ضياءَالحق خلاف ڪلي تنقيد ڪرڻ کان نہ ڪيٻايو. 1988ع

۾ سندس مان ۾ ڪوٺايل هڪ عوامي ميڙ جنهن جي صدارت ضياءُالحق ڪري رهيو هو جي موقعي تي هن ضياءَ حڪومت جي پاليسين، خاص ڪري عوامي هنڌن تي ماڻهن کي ڦاهيون چاڙهڻ ۽ ڦٽڪا هڻڻ تي سخت چوٽ ڇڏيندي، انهن کي ظالماڻو قدم سڏيو.

جيتوڻيڪ پاڪستان هن وقت ڪوڙهه جي علاج تي جهجهي رقم خرچ ڪري رهيو آهي پر رٿ پاران قائم ڪيل ادارن جي اڌ کان به وڌيڪ بجيٽ اولهه جرمني جي ”ليپروسي رليف ايسوسيئيشن“ پاران پوري ڪئي وڃي ٿي، جيڪا 1961ع کان سندن مالي مدد ڪندي رهي آهي. رٿ جو چوڻ آهي ته هن ايسوسيئيشن کيس ڪروڙين رپيا فراهم ڪيا آهن ۽ ان جي عيوض هوءَ رڳو هر پنجن سالن ۾ ٽن مهينن تائين جرمني جو دورو ڪري پنهنجي ڪم بابت آگاهي ڏيندي آهي.

پاڪستان ۾ ڪوڙهه جي مرض ختم ڪرڻ لاءِ هاڻي رٿ جي خواب ساپيان ٿيڻ جا تمام گهڻا امڪان پيدا ٿيا آهن. ڪوڙهه جي ٿراپي واري شعبي ۾ ٿيل جديد تحقيق کانپوءِ ڪن مريضن جو علاج ڏهن سالن جي بدران ڇهن مهينن ۾ ۽ اڪثر مريضن جو علاج ٻن سالن عرصي ۾ ممڪن ٿي پيو آهي. جديد دوائن سبب هن بيماريءَ جي وچڙڻ جي صلاحيت گهٽي حد تائين گهٽجي چڪي آهي. 1982ع ۾ پاڪستان ۾ ڪوڙهه جي متاثر 17 هزار مريضن جو علاج ڪيو ويو، پر هن وقت اهڙن مريضن جو تعداد هزارن ۾ به نه آهي. رٿ جو چوڻ آهي ته جيڪڏهن ان حساب سان ڪوششون جاري رهيون ته هن صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين هن مرض تي ڪنٽرول ڪري سگهبو.

پر رٿ جو مستقبل ڪهڙو آهي؟ رٿ جو پنهنجو چوڻ آهي ته هوءَ ڪڏهن ڪڏهن اولهه جي عورت جي زندگي ڏسي حسرت ڪندي آهي. رٿ جو چوڻ آهي ته اولهه جي ملڪن ۾ سندس عمر واريون عورتون رٽائر ٿيڻ کانپوءِ پنهنجي خواهشن مطابق ڪم ڪار ڪرڻ چاهينديون آهن.

هن ٿوري دير تائين خاموش رهڻ کانپوءِ کلندي چيو ته ”مان بيشڪ هڪ خوشنصيب عورت آهيان. ڇاڪاڻ ته مان سڄي زندگي اهو ئي ڪندي رهي آهيان، جيڪا منهنجي خواهش آهي، ۽ جيستائين ڪري سگهيس تيستائين پنهنجو اهو ڪم جاري رکنديس.

*It is not patients she has cured, it is persons whose quality of life she has changed. This also applies to the quality of life of those whom she has trained to be technicians and who are now carrying on the work of looking after leprosy patients in all parts of Pakistan.*

*The entire establishment she has set up to fight leprosy addresses iteslf to the task of transforming the quality of the life of those they come in contact with. In the process their own life also undergoes a remarkable and a radical change. The art of healing can be a two away traffic - like the quality of mercy, "it blesses him who is being cured as much as it blesses the person who practises the art of healing".*

*I wish the medical profession generally could take cognizance of the possiblity of working a silent revolution in society by humanizing the way they deal with disease; it is not patients they should treat, it is persons they should reclaim.*

*A.K Brohi*
*Karachi*
*25 June, 1987*

Introduction:
"TO LIGHT A CANDLE: Reminiscences & Reflections of Doctor Ruth Pfau"




**Phoenix Books**
***[an income generating initiative of TRD]***
C-73, GMB Colony, Qasimabad,
Hyderabad, Sindh, Pakistan.
Ph.00-92-22-2655021
E-mail:trdsindh@yahoo.com

# پڙهندڙ نَسُل ـ پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "**پڙهندڙ**" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳَر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعویٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٿي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄ‌ڪالهہ ٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄ‌ڪالهہ ٽائي ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، سائنسي ۽ بين

